# مهڪ

(ڪوتائون)

ليڇمڻ جوڌارام بجلاڻي

# مَهَڪ

(ڪوتائون)

**لڇمڻ جوڌارام ٻجلاڻي**

ڊسمبر ١٩٧٥

**قيمت ٦ روپيا**



**MAHAK**

(Poems)

**Lachhman Jodharam Bijlani**

December 1975

**Price: Rs. 6**

---

Printed by Jethanand B. Lalwani at Bharat Jivan Printing Press, 11/1 Shop: Navjivan co-op Housing Society, Lamington Road, Bombay-8. Phone No.375993
Published by Lajmaya 318 Unique Industrial estate, S.V. Savarkar marg, Prabhadevi, Bombay-8. Phone No. 461641.

# فهرست

# مهاڳ

ليکڪ ٻجلاڻيءَ جو نالو ڪو اسان لاءِ نئون نه آهي. اڳئين ٽهيءَ جا ڪافي لوڪ کيس جاڻندا سڃاڻندا آهن. هو سنڌ جي پرسڌ ڪوين مان هڪ هو. هي ڪتاب جو اڄ اوهان جي هٿن ۾ آهي سندس پهرين تصنيف نه آهي. هن کان اڳ به ڪي ڪتاب هن سنڌ ۾ شايع ڪيا هئا جن مان "ماڪ ڦڙا" ۽ "ستار" ڪافي لوڪ-پريه هئا. ڀارت ۾ اچڻ کان پوءِ ۱۹۵۲ ۾ سندس نئين شعرن جو ڪتاب "زندگي ۽ موت" وڏي ٻيڪي سان نڪري اروار ٿيو جو پڻ لوڪ-پريه هو. ان کان سواءِ به چڱوئي مواد ميڙي رکي ويو هو جو اڃا ڪتابي صورت ۾ نه آيو هو. گهڻن ئي موضوعن تي طبع آزمائي اٿس. قدرتي ڌارمڪ، قومي ۽ ٻين چونڊ وشين تي شعر رچيا اٿس. ليکڪ هڪ جذباتي شاعر هو ۽ جڏهن به ڪو چتر ڪو گيت، روپ ڪا دل جي حرڪت سندس دل جي تار ڇيڙيندي هئي ته هڪ انوکو گيت لکي ڇڏيندو هو.

"زندگيءَ ۽ موت" ۾ زندگي ۽ موت جا ويهي راز سليا اٿس. اگم ۽ الک کي جاڻڻ لاءِ اُنيوي آڪاس ۾ اُڏامو هو ۽ زندگيءَ جي گهرائين تائين پهتو هو. ڪٿي وڇوڙي جا ورلاپ ڪيا اٿس ته ڪٿي ميلاپ جا مڌر گيت گنگنايا اٿس. ڪٿي قدرت جي گونا گون نظارن ۾ خود ڪوهڄي ٿو وڃي ته ڪٿي ڪشمير جي وادين ۾ پاڻ سان گڏ اسان کي به سئر ٿو ڪرائي. ليکڪ ڪيترن ئي سپنن جو سرجيندڙ ۽ گيتن جو گهڙيندڙ آهي ڪيترين ئي عجيب چيزون اسان لاءِ تخليق ڪري ويو آهي.

ليکڪ جي ٻولي سليس ۽ سوادي آهي. سندس ڪوتا ۾ سچائي آهي ان ڪري پڙهڻ سان دل ۾ پيهي ٿي وڃي ۽ پڙهڻ وارا سندس

رنگ ۾ ايڪ - رنگ ٿي ٿا وڃن. هو ڪنهن به عظيم شاعر جي نقش قدم تي هلندو هو ۽ نه ڪنهن جي ٻوليءَ جو نقل ڪندو هو. ليکڪ جي ٻوليءَ ۾ هڪ پنهنجي اصليت آهي ۽ مڌرتا آهي.

ليکڪ جي شعرن جي چمن مان ڪيئي مکڙيون ميٺڙي هي چونڊيون گلابي گيتن جو گلدستو اوهان اڳيان پيش ڪندي هڪ انوکي خوشيءَ جو احساس ٿو ٿئيم ۽ سندس شعرن جي انتخاب ڪرڻ جو شرف مون کي مليو آهي ان ۾ فخر ٿو محسوس ڪريان.

گهڻو ڪري هي سڀ شعر ١٩٤٧ کان اڳ جا لکيل آهن. پاڪستان کان پوءِ ڪيترو وقت ته هن شعر لکڻ بند ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن من ۾ اُڇل ايندي هئس ته هڪ اڌ شعر لکي ڇڏيندو هو. بمبئيءَ ۾ هن "زندگي ۽ موت" جي عنوان سان ١٩٥٠ ۾ هڪ ڪتاب ڇپايو جو پڻ هن گلدستي ۾ شايع ٿيل آهي.

جڏهن اڃا ٩ يا ١٠ سالن جو مس هوس ته مونکي سندس صحبت نصيب ٿي. اهي گهڙيون اڄ به ياد ٿيون پون جڏهن پنهنجا نوان ۽ تازا شعر پڙهي ٻڌائيندو هو ۽ انهن جو پس - منظر ۽ معني ويهي سمجهائيندو هو. سچ ته پهرين چڻگ منهنجي چت ۾ ليکڪ ئي لڳائي جنهنجو شعاع اڄ منجهن شعرن ۾ به ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

اهو همٿ جو قلم ڪٺي اسان لاءِ امولڪ ڪوتائون رچي ويو افسوس اڄ هميشه لاءِ هيٺ لڙي پيو. ليکڪ جو سرير جبرو ۽ جاندار هو. ٥ مڻن جي پچري هڪ ئي جهٽڪي سان مٿي کڻي ويندو هو. سندس همٿ جي پڪڙ ۾ جا ته پختگي هئي. ڪنهن کي چنبو ڏيندو هو ته مجال جو ڪو ڇڏائي سگهي. شينهن جو چنبو هوس. مڙس دهشت وارو هو. پر جيترو ئي سندس سرير پٿر جيان سخت هو اوترو ئي سندس دل گلاب جي پنکڙين جيان نرم هوندي هئي. جيتري ئي سندس پڪڙ پختي هئي اوترو ئي سندس هردو ڪومل هوندو هو. ڪنهنجو الياءُ سهي نه سگهندو هو. سندس دل ديا سان اوت پروت هئي. هميشه غريبن جو حمائتي ٿي رهيو.

ڌرتيءَ تي رهندي به سندس نهار ڪتين جي لامن تي لٽڪيل رهندي هئي. زندگيءَ جي وهڪرن ۾ وکوڙيل هوندي به هو هميشه عرش جي پيو سوچيندو هو ۽ روحاني رازن کي سمجهڻ ۾ لڳو رهندو هو. هو شاعر سان گڏ هڪ فيلسوف به هو. ڪڏهن دنيا جي جوٽ پاپ ۽ انياءَ کان بيزار ٿي موت سان محبت ڪندو هو ۽ کيس پاڻوهه مان پڪاريندو هو. ڪڏهن موت جي خيال کان منهن موڙي مٺيءَ جندڙيءَ کي چاهه مان چنبڙي پوندو هو. زندگيءَ جي ڪوڙي وهه جي وٽي آڇيل امرت ڪري پيئي ويندو هو. ڪڏهن زندگيءَ کي سرڳ پريءَ جي اپسرا سمجهي سندس گلابي ڳلن ۽ متوالين اکڙين کي چمندو هو. ڪڏهن زندگيءَ کي ساز سمجهي منجهانئس مٺڙي ميٺي ڪڍندو هو. ليڪن جيون کي پيار ڪيو بيشڪ پر سندس موهه ۾ ڪڏهن به نه ڦاٿو. هو چوندو هو:

"رهيو ڪجهه به ايجهه نه هت آ سدا
اچي راهه گردش ۾ ٿئي ٿو گدا"

ان ڪري سندس اهوئي عقيدو هو ته

"جيئو ٿو انسي جيئو جئسا سب تمهارا هيءَ
مرو تو انسي مرو جئسا ڪجهه به تيرا نهين"

هو پوريءَ طرح پريمي هو. سواهن ۾ پورڻ وشواس رکي کيس دل جي ديوي بڻائي سدائين کيس پوڄيندو رهيو. سونهن سان سنگ ڪيائين پر ثابت قدم رهيو. ڪڏهن به سندس پير ترڪڻ ۾ ترڪي نه ويو. ڪڏهن به چڪڻ ۾ ڦاسي نه پيو. هو پيار جو پتلو هو. شعرن ۾ چا ته پتني – پريم جي پلٽ پلٽان ڪئي اٿس. چا ته ماتا جي مهما ڳائي اٿس. مونکي شخصي طور اها ڄاڻ آهي ته سيٺي پاڻ پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ (ادي بابا) سان بيحد پيار هوندو هو. ڪين سدائين سکي ڏسڻ چاهيندا هئا ۽ سندن آسيس ڪري اڄ اسري رهيا آهن. ادي بابي جي من ۾ سڪ جو هڪ اگاڌ ساگر اُڇلون

ڏيندو رهندو هو. لڇمڻ جي ماءُ منهنجي ماءُ جي هڪ ساهيڙي هوندي هئي. مون سان جڏهن به گڏبي هئي ته اکين ۾ آنسو اچي ويندا هئس ۽ ڳراٽڙي پائي چوندي هئي ”تون هوبهو ماءُ جو روپ آهين“ لڇمڻ به پنهنجيءَ ماءُ جي سڪ- ساگر مان خوب سرڪيون پيتيون ۽ ٻين کي به سرڪيون پياريون.

پائرن جي پاڙ ۾ هڪ پريت ۽ سچي سڪ آهي. لڇمڻ جي پاءِ موهن جي گهر ۾ پوڄا- ڪوٺڙي آهي ان ۾ سندن ماتا، پتا، لڇمڻ، ڪشن ۽ لاجونتي (موهن جي ڌرمپتني) جون مورتون رکيل آهن جن تي نت نيم تازا ۽ سرها گل چاڙهيا ويندا آهن ۽ سڳنڌيون جلايون وينديون آهن. هتن پائن جي پاڙ ۾ حب ڏسي اچانڪ واتان نڪري ويندو اٿم ته ”هروڀرو هيءَ دنيا ايتري بُري نه آهي“ هو گڏوگڏ ترقي ڪري رهيا آهن. سچ ته اهڙن پائرن وانگر جي اسان پارتواسين جي پاڙ ۾ پريت رهي ته پڪ اسان جو ديش به اُنتي ڪري ۽ اوڄ تي رسي. لڇمڻ هڪ هنڌ پائن جي بيوفائي جو ذڪر ڪيو آهي جيتوڻيڪ موکي پڪ آهي ته دنيا جي عام حالتن جي مدنظر هن ائين لکيو آهي. ڪيس اها چڱيءَ طرح ڄاڻ هئي ۽ هو پاڻ کي ڀاڳوان سمجهندو هو جو ڪيس موهن، رام، آنند، ڪشن جهڙا پائر نصيب ٿيا هئا، جن جي دلين ۾ اڄ به سندس يادگيريون ڪئي وجهي رهيون آهن.

اڄ لڇمڻ بنسبت جڏهن ڪجهه لکندو آهيان ته سندس سڀ گذريل ڳالهيون سئنيما جي تصويرن سمان اکين اڳيان ڦرنديون ٿيون وڃن. هڪ پراڻي ياد پر جا ذهن تي بلڪل چٽي اُڪريل آهي سا اڄ تازي ٿي رهي آهي.

خيرپورڊيري ۾ منهنجا ناناڻا هئا جتي گهڻو وقت وڃي گذاريندو هوس. لڇمڻ جو گهر ناناڻن جي گهر جي لڳو لڳ هوندو هو. ساري ڳوٺ ۾ سندن گهر جهڙي عمدي عمارت ڪانه هئي. چانڊوڪين ۾ ڪير جيان اچي لڳندي هئي. سندن گهر جي ڪوٺي تي چانڊوڪين ۾ گڏ راتيون ڪندا هئاسين. سياري ۾ رات جو ٢ بجي تائين

ڇاڪاڻ اسان کي ناول پڙهي ٻڌائيندو هو. کيس قصن پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هو.

جڏهن ڳوٺ ڇڏي شهر ۾ آيو ته اتي ٻئي ڄڻا گهڻا ئي ڀيرا گڏ ٿيندا وياسين جڏهن کيس سڌ پيئي ته مان به ٿورو شعر و شاعري ڪندو آهيان ته خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هئاسين. سندس ڳالهين ۾ هڪ عجيب قسم جو ڏنڊلوپڻ هوندو هو. بلڪل ڪوهيڙي جيان ڏنڊليون ڳالهيون ڪندو هو. زندگيءَ جي ميلن ۽ مشاهدن کان وڌيڪ سندس دلچسپي موت جي گهراين ۾ هوندي هئي. ان ڪري پنهنجن شعرن ۾ به زندگيءَ جي روشنيءَ کان وڌيڪ موت جو ڏنڊلوپڻ پيري ويو آهي.

اڄ ڇاڪاڻ اسان وٽ نه آهي پر سندس ياد سدائين ساڻ آهي. سندس هي مهڪ پريو گلابي گيتن جو گلدستو اسان جي هٿن ۾ آهي جو اسان جي وات هميشه واسيندو رهندو ۽ اسان جي جيون ۾ مٺڙ مهڪ پيدا ڪندو رهندو.

### پريو ڇڳاڻي "وفا"

# ٻه اکر

مون کان طلب ڪئي ويئي آهي ته مان هن ننڍڙي ڪتاب لاءِ مهاڳ لکان. ان ريت هن ڪتاب سان پنهنجو نالو شامل ڪرڻ مان وڏي خوشيءَ جي ڳالهه سمجهان ٿو، جيئن ڪتاب جي مصنف سان، سندس ننڍپڻ جي وقت کان وٺي آخري سمي تائين، پنهنجو آتمڪ سنٻنڌ خود هڪ خوشيءَ جو باعث ڪري ٿو سمجهان.

هن ڪتاب جي هڪ هڪ شعر سان ڪيترين يادگيرين گڏيل آهن. جڏهن جڏهن پيارو ايمن پنهنجا اشعار مونکي پڙهي ٻڌائيندو هيو تڏهن سائنس ويهي اُهي وڏي چاهه سان ٻڌندو هيس ۽ دل جو دل ۾ خوش ٿيندو هيس ته ايمن جي امنگن ۾ خود منهنجن امنگن ۽ آدرشن جون تصويرون سمايل آهن. هو مون سان گهڻو وقت گڏ رهيو هيو ۽ گڏجي مون سان اڪبر آشرم جو ڪم ڪيو هئائين. هو اسان جي ايڪتا جي ڪم جو لامذهبيت جو سچو حامي هيو. اسان جا خيال ۽ جذبا گهڻي ڀاڱي ملندا هئا. انهن مان ڪي مان هنن شعرن ۾ سمايل ڏسان ٿو. اڄ، سندس موڪلاڻيءَ بعد، اُهي اُمنگ ڀريل شعر مون لئه ويتر بيٺو اثر ۽ ٻٽيون معنائون رکن ٿا ۽ اهو خيال دل تي وري وري اچي ٿو ته جيڪڏهين زماني جي ڪشش کان ڪجهه قدر آجو ٿي هيءَ وڏي آتما علم ۽ ادب جي دنيا ڏانهن لڙي پوي ها ته سنڌي ادب ۽ سنڌي سماج جي ڪيتري نه شيوا ڪري سگهي ها! انگريزي زبان تي پڻ ڪيس ڪافي عبور حاصل هيو. جڏهن اچا هو ڪاليج ۾ پڙهندو هيو تڏهن فرصت جي وقت اچي اسان جي انگريزي ماهوار رسالي "نيو ايج" (New Age)

۽ "اڪبر آشرم ٽرئڪٽ" (Akbar Ashram Tract) جي ڪم ۾ هٿ ملائيندو هيو. مگـــر هت سندس سڀني لياقتن جـــو ذڪر ڪري نٿو سگهجي.

پيارو ليڪڻ هڪ سادو پرش هيو. زماني جـــي ڪن ڪارين ۾ رذل، ماڊرن لباس ۾، هو هڪ اڪل سنياسي هيو. درحقيقت اهو خود سندس عملي (Practical) سنياس جو هڪ پاڳو هيو جو پنهنجا اندروني آدرش ۽ ادبي اُمنگ پنني رکي هن عزيزن ۽ دوستن وغيره لاءِ پيا ڪم پاڻ تي هموار ڪيا. انهن ڪمن ۽ جوابدارين جي وچ ۾ هو نہ فقط پنهنجا شعر وغيره لکندو هيو پر غريبن جي شيوا جا ڪم پڻ مانت ماٺه ۾ ڪندو هيو. هـــو ڪنهن کي دڪـي ڏسي ڪونہ سگهندو هو ۽ پنهنجا کيسا خالي ڪري بہ ٻين جون گهرجون پوريون ڪندو هيو. ان وقت هن کي نہ گهر ٻار جـون نـــہ ٻيون ضرورتون پنهنجون يـــاد اينديون هيون. سندس ڊاڪٽر کيس چوندو هيو: "تنهنجي دل مضبوط آهي؛ پٽر جي نهيل آهي!" مون نہ ڪڏهن پيرا اُئين محسوس ڪيو نہ اُها مومر ڪان بہ نرم هئي. پر اهڙن موقعن بيان ڪرڻ جي هيءَ جڳهہ نہ آهي. اُهـــي سندس سوانح حيات ۾ ڏسـي اچڻ گهرجن.

هي سندس ٿورا گڏ ڪيل شعر ۽ هن کان اڳ سندس ڇپايل نظم بـــلڪل ملهائتيون چيزون آهـــن. هـــي هڪ عملي، آدرشي انسان (Practical Idealist) جي دل جـــا سچا اُمنگ آهـن. اُهـــي سچ ۽ صداقت سان پريل آهن. منجهن انساني پريم جو رس آهي ۽ نہ صرف خشڪ گيان سمايل آهي. انهن مان هرهڪ جي پنيان انترگيان جـــي روشنيءَ سان گڏ عملي مثال جي طاقت آهي جـــا کين بيحد ملهائتو بڻائي ٿي. اُن عملي طاقت کان سواءِ گيان پڻ اڌورو رهجي وڃي ٿو ۽ منجهانئس هر حال ۾ ڪو مقصد حاصل ڪونہ ٿئي ٿـــو. ان ڪري مان هن ننڍڙي پستڪ کي يا ان ۾ جدا جدا پيش ڪيل نظمن کي علم و عقل جي ڪنهن بہ تارازيءَ ۾ تورڻ جي ڪا ضرورت ڪونہ

ڏو سمجهان. مصنف پاڻ حيات هجي ها ته ضرور اُنهن جي ڪجهه ناهه نوهه ڪري ها ۽ سندن سونهن ۽ معنيٰ ۾ اضافو ڪري ها مگر هن لباس ۾ به اُهي ڪافي وڻندڙ ۽ وندرائيندڙ لڳن ٿا.

هن مان هرهڪ شعر شاعر جي دل جي اُمنگن جي هڪ تصوير آهي. اسان مان ڪيترن لاءِ ته هيءُ ڪتاب هڪ سانـــيڻ جهڙي سوکڙي ثابت ٿيندي. مونکي اُميد آهي ته پڙهندڙ به هن ننڍڙي ڪتاب مان ڪافي حظ حاصل ڪندا.

ڪتاب جي ايڊيٽر شري پريوُ ڇڳاڻي "وفا" ۽ پياري ليکڪ جي پائرن، جن مواد گڏ ڪرڻ ۽ سيلي ناهي ڇپائڻ ۾ ڪوشش ورتي آهي، اسان سڀني جي طرفان ڪيترون لهڻيون. مونکي قوي اُميد آهي ته هي ننڍڙو ڪتاب نه فقط عزيزن ۽ دوستن لاءِ مصنف جو هڪ سهڻو يادگار ٿي رهندو، مگر ادبي مرڪزن ۾ پڻ سندس آجيان ٿيندي.

ا. ج. جهَمنگهاڻي "سام"
لاڙڪاڻو، سنڌ (پاڪستان)

# ڪويءَ جي قلم مان

ڪتاب اندر ڪي ڪوتائون نهايت سليس ته ڪي معنيٰ سان ڀرپور آهن. ڪن جا پير پاتال ۾ ته ڪن جا سر آڪاش ۾... انسان جي ننڍڙي حياتي، جا اڌ خواب آهي ۽ اڌ خيال، جا ازخود اچيو ٻرگهٽ ٿئي ۽ اک ڇنڀ ۾ ختم ٿيو وڃي، کهڙين نه هلڪين ۽ ڳوڙهين ڳالهين سان ڀريل آهي ۽ ڪيئن نه منجهائنس ڪل، خوشيءَ ۽ روئڻ جا آواز پيا نڪرن!

ٻاراڻي بي پرواهيءَ جي عرصي مان اڏامندو، انسان دنيا جي دلفريب ڄار ۾ جڪڙجڻ لاءِ آتو ٿو ٿئي. جوانيءَ ۾ سندس دل درياهه جيان ٻوڙي ٻڪي ٿي. ڪڏهن وڇوڙو، ڪڏهن ورلاپ، ڪڏهن آشا ڪڏهن نراشا، آخر دل دل سان ٿي ملي ۽ ٻه ملپل دليون گڏجي ڌڪ ڌڪ ٿيون ڪن. شاديءَ بعد لحظي لاءِ ٻنهي ملي سرڳ کي سنسار ۾ ٿيون آڻين. اتي ئي دل دل سان ٿي ٽڪرجي ۽ دنيا دوزخ بڻجيو پوي. زمانو ٻن پليل راهگيرن کي ڌڪا ڌوما ڪارائي آخر ساڳئي رستي تي ٿو آڻي ۽ هٿ هٿ ۾ ڏيئي، هڪ ٻئي جي آڌار تي، ٻئي حياتيون نڀندا هليا ٿا وڃن.

هٿ گهرو سنسار ختم ٿو ٿئي ۽ خيالن جي دنيا جاري ٿي ٿئي. خيال جو بي لغام گهوڙو هِتي هُتي نيڻگ ٽپا ڏيوڏي. اُن ۾ ڪڏهن قدرت ڪڏهن قسمت ته ڪڏهن قوميت جا ويچار ٿا اچن... ڪڏهن خيال جي گهٽائي، ڪڏهن خيال جي ٿورائي ته ڪڏهن من خيالن کان بنهه خالي. آخر من کان متيرو چڙهي انسان من جي منجهائيندڙ مزاج کي سمجهي ٿو.

خيالن جـــي دنيا کــان وڏيڪ حيران ۽ پـريشان ڪندڙ آهـي روحاني دنيا، جتي "ڇا" ۽ "ڇو" "ڪيئن" ۽ "ڪٿان" ۽ "ڪيڏانهن" جا سوال ٿا اٿن، جن کي سليندي انسان سچ جي سامهون ٿو اچي ته ڪڏهن ڪيترا ڪوهه پري ...... ڏسڻ لاءِ آئو آهي پر ڏسندي اعتبار نٿو اچيس.

اچانڪ اکيون کوليندي پنهنجي پنهنجو هڪ پر ڪنٽرول ٿو ڏسي... سندس آکيرو خالي خالي...... سندس ساٿي غائب. سالن جو سنبند ٽٽي پيو. ويندڙ ڪيڏانهن ويو؟ آڌ ۾ ڇا هو؟ انت ۾ ڇـا ٿيندو. رهندڙ رئندي ڳولهي ٿو. ڳولهيندي رئي ٿو. ڇا هو؟ ڇا آهي؟ ڇا ٿيندو؟ انهن سڀني سوالن جواب **"زندگي ۽ موت جا راز"** ۾ ڏنل آهي.

هي ڪتاب جن کي وٽي سي چڱو سمجهن، جن کي نه وٽي سي پل پرو سمجهن. پر جي اڄ ڪان آخر تائين هنن شعرن پڙهندي ڪنهن پل اکه جـــو ڳوڙهو سڪو يا ڪا خشڪ اکـــه آلي ٿي تـــه ڪتاب زنده رهندو.

سال ١٩٥٢

لڇمڻ جوڌارام ٻجلاڻي

---

## ڪتاب ملڻ جا هنڌ

١. لاج مايا ٣١٨، يونيڪ انڊسٽريل ايسٽيٽ، ايس. وي. ساورڪر مارڳ، پربا ديوي، بمبئي - ٢٥.

٢. هندستان ڪتاب گهر ٢٣، امبالال دوشي، اسٽريٽ، بمبئي - ٢٣.

٣. ايل ڪشنچند انڊ سنس بوڪ سيلرس، سيرو چونڪ، الهاس نگر-٢

# وڇوڙي جا گيت

هي جسم هٿ جالي ڀيو پر دل اٿم درگاهہ ۾
هي ٻي وطن منهنجو بدن اَٽڪيو اَچي اوڙاهہ ۾.

جي سر جهڪيو ناهي تہ ڇا، دل ٿي سدا سجدو ڪري
منظور شل منهنجي ٿئي اُستت عبادتگاهہ ۾.

هيءَ زندگي تنهنجي مٺا جڻ پي ڳڻيئي ٿئن هلاءِ
منهنجو بدن مون سان مگر آساهہ تنهنجي ساهہ ۾.

هڪڙو قدم توکان پري ٿو درد کي ٻيڻو ڪري
هي پاند ڳوڙهن سان ڀري آڻيان اُلا ٿي آهہ ۾.

تنهنجي سمهڻ کان پوءِ سمهان تنهنجي اُٿڻ کان اڳ اُٿان
مان تنهنجي درسن واسطي بيٺو رهان ٿو راهہ ۾.

( ١ )

سدا دل ۾ وسين ٿو تون، سدا دل توکي ساري ٿي
وسارڻ سان نه وسرين ٿو نه پل توکي وساري ٿي.

اُٿڻ سان يادگيري تو سندي دل کي ستائي ٿي
سمهڻ سان سمرتي تنهنجي اکيون کولي اُٿاري ٿي.

اُٿن پل شبهه شنڪائون مگر دل دائما تنهنجي
ڪري تو واسطي دڪ دڪ، اکر تنهنجو اُچاري ٿي.

جهڻڻ چاهي ٿي منهنجيءَ دل کي پنهنجي دام ۾ دنيا
نه اُن جي لالسائن ڏي ڪٿي اک پي نهاري ٿي.

رکي روزا ڪڏي فاقا رهي مدهوش، متوالي
ڪڏهن گهر ۾ ڪڏهن در تي پرين توکي پڪاري ٿي.

لڳا ڏاري ڪڏهن نيتر سندم دلڙي لڪائي ٿي
ڪڏهن هٿڙا هٽائي وس ۽ وستر اُلاري ٿي.

اُٿڻ سان لوچ تي لائي، سمهڻ سان وات واجهائي
صبح ويلي ستائي ٿي سنجها ٽاڻي ستياري ٿي.

گهڙيءَ دلڙي جئاري ٿي گهڙيءَ رکي موت ماري ٿي
ڪلائي آس ڪن، ڪن ۾ نراسائي رئاري ٿي.

ڪٿي آهين وندر وارا اَڪيلو وقت گهاريان ٿي
اَڪيلائيءَ ۾ تو ڏاران ڏکيا ڏينهڙا گذاريان ٿي

ڪٿوَن خالي پلنگ پالها ڀري سڏڪا سٽائن ٿا
هليا ساٿي سمهڻ وارا سدا جن کي سنڀاريان ٿي

پٽيون پيليون، چٽيون چوريون، ڏئي ٿو فرش ڏوراپا
ڪڏهن دڙڪا ڪڏهن دلبا ڏئي ٿن کي ڌتاريان ٿي

پڇي ٿو لوڪ ڪنهنجي ٻره ۾ ٿي باوري آهين
اکين مان آب اوتيندي گهڙي ٿن ڏي نهاريان ٿي

هوا در تي ڪري ٺڪ ٺڪ، اچان ڪَڙڪي ڪڙو ڪنهن دم
ڪٽي پنهنجون اکيون آسائتيون در ڏي نهاريان ٿي

حياتيءَ جو جهڪو ڏيپڪ وَڃي پهتو وسامڻ تي
اُٿي اَڌ رات جو سوري وري ڪَٽ کي سنواريان ٿي

ڀراٽو ٿيو ٻڳهه ويتر مٿان سهڙي اَچي سانجهي
اَلهه جي آسري هن پار ڪشتيءَ کي اُڪاريان ٿي

اِجهي آيا اِجهي منهنجا ڀرين ڀرڏيهه مان آيا
اِئين ٿي دم دلاسا ڏيئي دل کي مان ڌتاريان ٿي.

کهاٽي قرب واري جي سڌي سرتين سان اوريند يس
سنياري سوُر ساجن جا نئين سر سوُر سوريند يس

ڳٽيند يس ڏوهه ڏينهن جا سليند يس سوُر سالن جا
ڪٽي ڪهن ڪتابن ڪي ڏهيوُن وينئي وِچوريند يس

مٺا ميسارجي ويٺون منداءُن تنهنجون سڀ من تان
چڱا تنهنجي چڱاين جو پئي مان ذڪر چوريند يس

ٻنان تنهنجي اسان جي جنّدڙي جٺ بار بوجو آهه
مٺا توسان ملڻ خاطر ڏکيا ڏونگر به ڏوريند يس

سڄڻ جنهن سمي پيرُ گهر ۾ گهمايا
اُتي اهڙي آندي ڏيئا سڀ وساڻا

مٽي جي مهانڊي مٽيون سڀ منجهايون
لڄا ڇو لڪايا هي نيڻ نماڻا

ڪڙا ڍهل دل ۾ سُرن ۾ ستارون
لڳو ڇڻن ڇپن تي اکر سڀ اُڏاڻا

چوان ڪنهن طرح نيڻ نرجا ڪريان ڪٿن
سياڻا به سڪ ۾ ٻڏن ٿي اياڻا

جنم ۽ مرڻ جو ويس پيد پلجي
نه ڪي ياد آيا آنديءَ ڪي آباڻا

بدن تي پسينو نه رت ست رڳن ۾
ڏنيون ساهه سسڪيون ٽيم لڳ ساڻا

اميدن جي وچ مان اُٿي نا اميدي
الا! عرض منهنجا اَجايو اَگهاڻا

مٺا ! منهنجو بدن گهر ۾ مگر من جو سفر جاري
ڪڏهن هت ڏس ڪڏهن هت ڏس ڪري چرپر ٿو چوڌاري

سکن ويلي دکي سمجهان رهي من ۾ ٿو موتجهارو
اڳياڙي ياد ڇو آئي پسيم جنهن ويل پوياڙي

صبح جي روشني ڇو شام جو انڌڪار ٿي پاسي ؟
الا فڪرن اندر قاتل رهي دلڙي ٿي ويچاري

آ دل ۾ ڪامنا ڪهڙي نه ٿي ڄاڻان نه ٿي سمجهان
سکن هوندي به دل کی ڇو ستائي سخت بيزاري

رهان سوتين سان هيڪاندي تڏهن پي دل رهي ماندي
رهي پنهنجن جي وچ ۾ پڻ پسان پٺي پاڻ کي ڌاري

فڪر ڇا جو پڇان ڪنهن کان ذڪر ڪنهنجو ڪريان ڪنهن سان
ڏيا سب ويج واپس، ڪين سمجهيون منهنجي بيماري

وساميو پيار جو ڏيئو، ٿي اوجهل ساري اُجياري
ڦٽي آ ٻوهه جيوت جي اسان لءِ رات ٻـر ڪاري

پڳل هن ٻنسريءَ اندوان ڏکارا گيت نڪرن ٿا
وڇوڙي ۾ ڪري ورلاپ ٿي ور لاءِ ويچاري

هي ميلا ميڙ دنيا جا اندر اُڌماد ڪن پيدا
وڪوڙي خوش خيالن کي وڃي چنتا ٿي چوڌاري

گهمان سرتين سهيلين سان مگر ساڄن سوا سڪٽي
نه جنهن ۾ گل ڪلي ڪوئي اُها آهيان سڪل ٿاري

ٻکي، جنهنجو ٽٽل هڪ پر اُڏڻ ان لءِ عبث آهي
وسي هڪ وڏ ڦڙو ويتر مٿان طوفان ٿيو جاري

سڄڻ تنهنجي وڇڻ ڪان پوءِ لهي ويو سڀ سهاڳڻ تان
اياڳڻ جي مٿان ويا ڇانئجي ڪارا ڪڪر ياري

رهان دنيا ۾ جيئري ٿي مگر مردي مثل آهيان
پلا تو ٻن گذاري ڪٿن مصيبت جي مُني ماري

جيوَن ـ ساٿي عمر وڃايل جي اَڄ ڏيان ته وڇوُر
تنهنجو دلبر دوش نه ڪوئي منهنجا قرض قصوُر

ڪرڙا ڪارا ڪاغذ پيٽي ـ پاپ ڏنا مون پنهنجي پيٽي
ٽوٽي لالڻ ڏوهه نه ليٽي ـ ڪوڙ ڪمايم ڪوُڙ

تنهنجا پنهنجا ليکا ڪولي ـ اُپت ڪپت جا اَنگ اُڪولي
نظر ڪريان جو جيوَت ڦولهي ـ ڏوُڙ ٻچايم ڏوُڙ

پيو رقم ساريءَ ۾ رولو ـ ٻول مچيم سڀ منهنجو پولو
ٽون سائڻ مان تنهنجو گولو ـ معافي ڪر منظور

تنهنجو وٽج وڏو واپاري ـ ٻيک مگي ٽوهي بيڪاري
ناهه هٿن ۾ ڪوڏي ڪاري ـ مانيءَ لءِ مجبوُر

تنهنجي لار لڳو هي لانگهو ـ تو وٽ تار آسان وٽ ٽانگهو
پنڌ ڀري پيو ڀنڌ اُٽانگو ـ ٻيڙيءَ ٻوڙيون ڀوُر

تو وٽ دوس! ديانتداري مون وٽ ڪوُڙ ڪپٽ ۽ خواري
تو جيتي مون بازي هاري منهنجو ڇا مقدوُر.

اَدا! دنيا جي ڏيڏن جي سليمان ڪنهن ريت پيرولي
ڪڏهن ڏس هيءَ ڪري زوري ڪڏهن گولن جي هيءَ گولي

ڪڏهن ڏولهه، ڪڏهن ڏلهن، ڏني ڪنهن ڏم، ڪڏهن نرڏن
ڪڏهن تن من ڪري آرپن ڪڏهن اڳتان جهلي جهولي

ڪڏهن واهر ڪڏهن ويري، ڪڏهن پانڌي، ڪڏهن پيري
ڪڏهن گيرب سندي گهيري ڪڏهن ڏي لاڏ مان لولي

ڪڏهن ڇهنبي نکو ناٽي، ڪڏهن ٿي هنج ۾ آٽي
ڪڏهن ميلاپ من ماٽي، ڪڏهن ڇولين مٿان ڇولي

جوانيءَ ۾ جڪائي ٿي ستم سان دل ستائي ٿي
ٻڍاپڻ ۾ ٻڏائي ٿي هيءَ ٻهگڻ ٻرٻم جي ٻولي

حياتيءَ جو ڏکيو چارو چڙهي اَڄ چوٽ پهتا سين
اڳيان دل - هول جي عيوض هلي رنگا رنگي هولي

ڦاڙ سينو کول دل ڏس چير آ يا چاڪ آ
ويڄ تون هڻ ويل ڄاڃي نار ڏس ناچاڪ آ

نينهن لائم پيچ پائم ڪين ڄاتم سؤ سو
ويو کلڻ ڪاڏو خوشي منهن ۽ مٿي ۾ خاڪ آ

پيار ويو اِقرار ويو دلدار پڻ ويو دُور ٿي
بيوفا ڄاڻو نه منهنجو پيار ڪيڏو پاڪ آ

دل کسي ڌاڙو هڻي پوءِ دُور کان ٿهه ٿهه کلڻ
سوُڙ ڪنهنکي ڏيڻ اوهان جو ڇا اِهو اِخلاق آ؟

ماهه ۾ هر راهه ۾ حاضر پسان ٿو هوت کي
بس تصّور محب جو مشتاق لءِ خوراڪ آ

تو نه ڪا راحت رکي قسمت! دکي سنسار ۾
عاشقن لءِ عرش ۾ اءِ عيش جي اوطاق آ

اي سچڻ جنهن ويل ڊل ۾ سُور تا سرندا اَچن
بالپڻ جا ڏينهن اکڙين جي اڳيان ترندا اَچن

وقت جي ڪنهن واڳ موڙي، ٽو وري واپس ڦري؟
ڏس سٺل سالن جا ڪئن ويچار تا ورندا اَچن

اُف پسان ٿو دلربا هڪ باغ آهي بينظير
پر پکيڙي پنهنجا اُڏري مون طرف پرندا اَچن

مون نہ ڄاتو مهلقا هي باغ هوُندو بي بقا
آج سنائي ۾ قضا جا سانپ تا سرندا اَچن

اوچتو ڦيرو اَچي ويو زندگانيءَ جي اندر
ٿيون رنين راتيون اُلا! ءِ ڏينهن تا ڏرندا اَچن

مٺا گڏجي حياتيءَ جا پريا سٺ سال گهارياسين
اونهارا ۽ سيارا پڻ سڀڻ گڏجي گذارياسين

ڪڏهن طوفان جي تيزيءَ، ڪڏهن هو ڇوهه ڇولين جو
ڪڏهن ونجهه ٽي هلاياسين ڪڏهن سڙهه ٽي سنڀارياسين

نه هو احساس سرديءَ جو نه جهولن ٽي جلايو تن
سندءِ صحبت ۾ ساٿي پاڳ سڀ بگڙيل سنوارياسين

حياتيءَ جي پيگل گاڏي هلي ٽي سخت چارن تان
کڏياسين بار سر ٽي ۽ ڪڏهن بوجها اُتارياسين

ڪئي هڪ ٻئي جي عيبن ٽي هميشه چشم پوشي ٽي
غصو ڪاوڙ گهٽايوسين مڙئي ويڇا وسارياسين

مان تنهنجي موهه ۾ قاتل تون منهنجي راڄ تي راضي
سدا اُلفت جا اوراٽا ٻڌاسين ۽ ٻڌاياسين

نه سنبند آهه سالن جو اَيامن جي کهاٽي آهه
ٽٽل ڌاڳا ڳنڍياسين ۽ پيگل پاندا ٻٽاياسين

سچي آ دوستي ساٿي ڏٺي جا ساٿ دک سک ۾
سٺا سڀ سوُر گڏجي سک سندا ڏينهن گڏ ملهاياسين

صبح آيو ٽنا سپدا هئڙي نيڻن مٿان ڇايا
ٻري ٽيو ٻوش ٻلڪن جو عجب منظر نظر آيا

اکيون اجريون، اندر اوُجل ۽ هردو سانت، من سيتل
نہ چنچلتا هئي چت ۾ تي من سائين جا ڳڻ ڳايا

ويس پلجي بلائن کي ۽ جڳہ جي آپدائن کي
ڏنم سنسار کي سھڻو مدوهر ٿي لڳي مايا

ڪٽيا ٻوُٽا اميدن جا ٽڙيون ٿي آس جون مکڙيون
منجهيل منٽو لڳو مرڪڻ ۽ جھٽ جرڪي پئي ڪايا

اندر جاڳيا آتم جذبا پريءَ دل سان پڪاريندي‌س
منا اڄ شرم جـــو پردو اکيان تنهنجي اُگهاڙيندي‌س

گذر ٿيا زندگانيءَ جـــا ڏهاڙا تنهنجي ڏوريءَ ۾
رهيم تنهنجي اَجهي هينان سمو اڄ سو سنڀاريندي‌س

سليندي‌س پـــاو سالن جـا رکيا سانڍي جي سيني ۾
گهڙي گڏ توسان کلندي‌س ۽ گهڙي هنجون ٻه هاريندي‌س

بـــنا تنهنجي مگيتر کـي سهيلين تـــي ڏنـــا سهما
چياٽـون ور وَنـءَ کهڙو چيم هيءَ جانِ واريندي‌س

بديون بخشائيون پنهنجون، مندائين جي وٺي معافي
مـان سائينءَ جي هٽي گولي اڱڻ اُن جو ٻُهاريندي‌س

گهڙيم گڏ توسان جنهن گهر ۾ سو سمجهيم سرڳ کان سندر
گـذر ٿيندو غريباڻو مگر گڏ جي تہ گهاريندي‌س

پتي پرماتما توکي صبح سانجهيءَ مان پوڄيندي‌س
وهاري توکي دل ۾ آرتي تنهنجي اُتاريندي‌س.

اَچانڪ سبز جهاڙن جا پَنا پيلا نظر آيا
ڦٽي ويو ڦُوهه جوڀن ۽ تہ ڪن مون ڏي نهاريو تو

جوارين ۽ شرابين جي لڳي توکي سنئي صحبت
سنوارڻ ڀاڳ هو اڳم اَڙي هٿ سان بگاڙيو تو

ويئہ ڪيڏانهن وفاداري پڳهہ سڀ عهد اُلفت جا
ڪيئہ جو قوُل ويڏيءَ تي وري ڳنڍا وساريو تو

پلائي پاڪ عورت کي رنگيلين سان رکيئہ رستو
پراون کي ڪيئہ پنهنجو ۽ سمجهيو مونکي ڌاريو تو

ڪڏهن تو زال پنهنجيءَ کي ٽي سمجهيو حوُرڪان سهڻو
هيو جنهن جام ۾ اَمرت اُهو وهہ جاڻي هاريو تو

ڪنيا جي زندگيءَ جو لطف آ جيسين لهي لائون
ڪيئہ ڪسن پيار ۽ پوءِ عمر ۾ مونکي ڌڪاريو تو

# من ڏيرج ڌر

اي من ڇڱن پل ڪجھہ ڌيرج ڌر ھيءَ بازيگر جـــي بازي آ
جنھن مستقبل ڏھڪاءَ ڏنـــو سو مستقبل اڄ ماضي آ

جنھن خيال ڪيو ٻي حال مٺا - سي ڏينھن ڏکن جا تو نہ ڏٺا
تون پاڻ ڪرين ڇو ڪشت ڪنا تنھنجي سمجھہ اُنڌيءَ سان آزي آ

ڪٿ اُپ ۾ ڪارونڀار مڙي - تن ڪڪرن مان ٿي چنڊ ڪڙي
جنھن ڪالھہ رنو اڄ خوب ٽڙي - اڄان مرڪ سندس ڏس تازي آ

جنھن وڀريءَ ڪلھہ ٿي وار ڪيو - اڄ يار بڻي تنھن پيار ڪيو
جو خار ھيو اڄ ھار بڻيو - اڄ الفت لءِ ايلاضي آ

تون دانھن مٺان ڇو دانھن ڪرين - جت "آنھن" چڱي اُت "نانھن" ڪرين
پنھنجي ياڳہ پلي سان "بانھن" ڪرين ھيءَ ناحق جي ناسازي آ

گذريءَ جو غم انسان ڪرين - آئينده لءِ ارمان ڪرين
ڇو پاڻ تي پاڻ نشان ڪرين ھيءَ بخت مٿان بمبازي آ

مَن مورکُ مفت منجھائي ٿو - ست سمجھيل ڪي اُلجھائي ٿو
ڪجھہ توري مـــال تڳائي تـــو - ھيءَ ڪوُڙي تـــور تـــرازي آ

خود جاءِ عدالت جوڙي ٿو - خود مجرم بڻجي لوڙي ٿو
انصاف جون ٽنگون ٽوڙي ٿو - من کھڙو مورک قاضي آ

اَلا ھن خيال جي ٽُڙڪي مُنڌيان ڪھڙن مھارن سان
ڪڏھن چاھي اڪيلائي ڪڏھن ھلندو ھزارن سان

ڪڏھن پاتار ۾ پيھي گذاري غيب ۾ گم شم
ڪڏھن صحبت منارن سان ڪڏھن صحبت ستارن سان

ڪڏھن ٻرچي پھاڙن سان گِھري غارن غفائن ۾
ڪڏھن چڙھي چوٽڪن تي رھي واڍريو وڪارن سان

تو سمجھي ڪنھن سبب جاھل ڪڏھن جپ تاپ ڪي جوڳو
وساري وات وحدت جي ھلي ھاتڪ ھچارن سان

ڪڏھن صحبت سفيرن جي خوشامد آ اميرن جي
ڪري واھ واھ وزيرن جي سلامي تاجدارن سان

براٺو ويس بدلائي ڪڏھن عمدو وڳو پائي
عجائب ناٽ پيو ناھي رکي الفت عطارن سان

ڪري ستسنگ تو ويھي ڪڏھن سادن ۽ سنتن سان
ڪڏھن ناٽو نڪارن سان ڪڏھن چورن چڪارن سان

لڳائي تلڪ مستڪ تي ٻڌائي ڀيک برھمڻ جو
ڪڏھن جھاڙن ٻھارن سان چري گڏجي چماڙن سان

ڪڏھن ميءَ جا لٽائي دنگ مئخانن ۾ مستن سان
ڪڏھن مندر مڙھين اندر رھي ريڌو نغارن سان

ڏٺي اڄ منهنجي دلڙيءَ کي خيال هڪڙو ستائي ٿو
سدائين منهنجي من کي هڪ ئي مونجهارو منجهائي ٿو

وڃائي عمر ساري مون پرائيءَ عيبجوئيءَ ۾
پراوا پاپ جاچيندي منش پنهنجا ڀلائي ٿو

ڏنم پنهنجون چڱايون ئي رهيس غافل گناهن کان
هي ڏن دؤلت اسان جي من اندر گيرب وڌائي ٿو

چڱي کي مون مَنو سمجهو بري کي مون ڀلو ڀانيون
ڪڏهن هي عقل ڀي انسان کي مورک بڻائي ٿو

وڏو جڻن پاڻ کي سمجهيم، چڙي ويا سنگ سڀ ساٿي
نماڻو ٿي نمي ٿو سوئي جڳ ۾ مانُ پائي ٿو

دِيا ۽ ٻاجهه کي تياڳي مون آزاريو آٻوجهن کي
ڪري ٿو ڏاڍ جيڪو تنهن کي آخر رب ڏڪائي ٿو

اُڏر پکي اُن ديس هلون جت آزادي ٿي ڳائي
ٻاهر ٿو لءِ صبح سويرو ويٺو ٿو واجهائي

واهُ وطن مان دعوت آندي - پڃري تنهنجي دل ڇو ماندي
ڪيسين رهندين بيوس باندي - پڃري سان لنوَ لائي؟

تنهنجا ساٿي ٿو لءِ آتا - تو ڇو پير - ڪَڙا هي پاتا
پل ۾ ٽوڙ نياڳا ناتا - ڦڙ ڦڙ ڪر ڦڙڪائي

پڃري ۾ چڻنا چوراسي - ٻاهر چؤڏاري چؤماسي
لاهه ڳچيءَ مان ڦاسي - ويهه نه ڏيهه پلائي

ڪٽ ڪنڌيري اُڏر اَياڻا - جاچ نه هاڻي پيڇا آڳا
ست ڏي هاڻ ڇني ڇڏ ڌاڳا - وَڃ هيءَ جان ٻچائي

صبح پکيئڙا ٿي ويو پورو - سمر سفر جو تيار سمورو
ڪر هي پورو گيت اَڌورو - ڇهنب پکي مهڪائي

چتر چالباز آهـ ڪيڏي نہ دنيا
ڪڏهن چپ چمائي ڪڏهن منهن مٽائي

ڪڏهن اوڄ عالـي.. ڪڏهن پائمالي
ڪڏهن تـي ڪَٽائي ڪڏهن تي ڪُٽائي

ڪڏهن سندري آ ڪڏهن سانوري آ
برائيءَ ڪـان بدتر ڇڱو پـڻ ڇوائي

صبح جـو بٺائي سنجها جـو بگاڙي
ڪڏهن خوش ڪري تي ڪڏهن تي ستائي

پڪاري تي گهر مان، ڌڪاري تي در تان
نوازي نظر سان هڪل سان هلائي

جڏهن من منجهي، همت هٽي، دل ڏڪي تي
تہ ڪر شڪر جو ذڪر ڏکـڙا ڀلائي

تي اَچي دنيا ۾ مونکي نا اُميدي ٿـي نظر
تي سٺائي چيز هرڪا مونکي سوُرن جو سفر

اَج گهڙيءَ ويس باغ ۾ بلبل جون ڪجهه ٻاتيون ٻڌ ڻ
درد جا دوُلهان ڪڍيائين هو جليل هن جو جگر

ماهه جـي مشتاق لاءِ آهن لڪيل فاقا فڪر
چنڊ جي چوُگرد ڪاٽي ٿو چڪورو ڪئن چڪر

رات دن مدهنجن ڳلن تان ڪين ٿا ڳوڙها سڪن
پر نه آهي ڪو فرنگين تي پيو تن جـو اثر

جيءَ - جٺاري ڪان جدا جگه ۾ پلي ڪئن جندڙي
موُت ڏانهن ماٺهوُن مڪوسوُن موُت پڻ آيو نه پر

آسرا آسوُن اميدوُن پـل وڃـن سنسار مان
پريم جي پياسيءَ کي پل پل آهه پريتم جي پچر

ڪين قسمت آ ڪمبخت سان ڪيو ڪوئي ڪرم
جي مليو جيٺري نه سڪ، راحت رسائيندي قبر.

اي دل نه جاڻان ڇو دکي گهارين سکي سنسار ۾
عالم رهي ٿو عيش ۾ تون آهَ ۽ آزار ۾

سڀ اڄ به سر اونچو ڪري گهر سون ـ ورنا ٿو ڪري
توتي نه پر ڪوڙو ڪري آنڪيل رهين آنڌڪار ۾

ڏس برق آئي ابر ۾ تون غرق آهين فڪر ۾
ٿي ڪيئن پرهه جي پهر ۾ خوشبوءِ ڪلي گلزار ۾

غمگين ڌن جي گنج ۾ ـ روئين هندوري هنج ۾
راتيون رهين ٿو رنج ۾ ۽ ڏينهن هاهاڪار ۾

هڪ وک ڪٿي پٺتي هٽين ـ دل ماڳ کان منهنڙو مٽين
ٿي چاٽ ڳوڙهن جي ڇٽين ويٺي ڏهي ويچار ۾

# ياد ڪج

دل! آگر آپ ۾ پسين ڪي ڪڙڪندا ڪارا ڪڪر
ياد ڪج ڪڪرن پنيان ڦرندو رهي شمس و قمر

دل! جڏهن توکي ڏڪائي رات جو هيءَ آنڌڪار
ياد ڪج اُن رات ماِ ايندو سيان نڪري سحر

شڪ جڏهن توکي ڏرائن وسوسا توسان وڙهن
ياد ڪج ويساهه جو تو ڏنت آئي عمدو ڏڪر

ڪائي ويدن توکي دل ڪنهن وقت وياڪل ٿي ڪري
ياد ڪج ايندو ڪٿي ڪنيالو خوشيءَ جي ڪا خبر

دُور منزل آهي ويتر آ اَٽانڪو پنڌ هي
ياد ڪج تون يار ڪي، سولو ٿي پوندءِ پوءِ سفر

# زندگي

زندگي هڪ خيال آ وحدت جو هڪ ويچار آ
زندگي هڪ خواب آ، سپنن سندو سنسار آ

زندگي هيءَ سترنگن جو ميل آ، هڪ کيل آ
ڪنهن لڪل شڪتيءَ جو عبرتناڪ هڪ اسرار آ

آلمڪ اُنتيءَ جو مارڳ، وات واڌاري سندي
زندگي سائينءَ ڏي سالڪ جي رٿيل رفتار آ

زندگي هڪ ساز آ، اُلفت جو هڪ آواز آ
زندگي هڪ راز آ جنهن کي سلجهڻ دشوار آ

زندگي اوُنده ۾ هنائي جوت آٽي جابجا
زندگي وچ سمنڊ ۾ جرڪ نُور جو مينار آ

زندگي هيءَ موه ممتا جو منڊل مانڊاڻ آ
زندگي هڪ پاڪدامن استريءَ جو پيار آ

زندگي هڪ خيال آ جنهن خيال ۾ خفقان آ
زندگي هڪ خواب آ جو خواب بي پايان آ

زندگي هڪ لهر آهي بي بقا نا پايدار
موت جو جنهن جي مٿان جاري ٿکو طوفان آ

زندگي سر درد آ، افسوس آ، ماتم آ
زندگي آ هل هلاچو، گوڙ ۽ گهمسان آ

زندگي هڪ مرض آهي لا شفا ۽ لا علاج
زندگي هڪ آهه الجهن زندگي ارمان آ

زندگي ظلمات واري هڪ پيانڪ رات آ
روح ان ۾ قيد آهي زندگي زندان آ

زندگي فرقت ۽ حرڪت جو عجب اِسرار آ
زندگي هيءَ ڪشمڪش آ، جنگ جو ميدان آ

غم جي هيءَ پيداش، فڪرن تي پلي ٿي زندگي
زندگي سر جي مٿان سؤرن سندو سامان آ

زندگي آتش جو درياه، آگ جو آڙاهه آ
آب ۽ آتش جو آکيرو اڏيل انسان آ

## جنم

هڪ جوت جري، هڪ لاٽ اُٿي هڪ سونهن ڪِڙي سنسار اندر
هڪ لهر هلي هڪ ٻهر منجهان هڪ جانِ وڌي جنسار اندر

هڪ درد هڻيو، هڪ سوُر مٽيو، هڪ آس وڌي، اَندوهه گهٽيو
هڪ ساس گهريو وشواس اندر هڪ پيار وڌيو پريوار اندر

هڪ رات ڪٽي هڪ پرهه ڦٽي هڪ ٽهڪ ٽڙيو هڪ آههَ ٽٽي
هڪ شمس ڪڙيو شمشان اندر هڪ آگ ٻري اندڪار اندر

هڪ جيوت جاڳي سوپ ڪٽي هڪ هار ميڇي سڪرات هٽي
هڪ راڳ هليو ويراڳ منجهان هڪ طرز وڌي يڪتار اندر

هڪ سونهن صفت جو نقش وڌيو هڪ عاليِ تنهنجو عڪس وڌيو
هڪ ورق گهٽيو هڪ فرق مٽيو هڪ وصف وڌي ويچار اندر

هڪ ڪينَ منجهان اِنسان بڻيو هڪ آس ڦري ايمان بڻيو
هڪ اُنتيءَ جو اِمڪان بڻيو هڪ غرض گهٽي آڌار اندر

هڪ عرض ڦري اِمداد بڻيو هڪ گود اُجڙ آباد بڻيو
ناشاد ڦري اڄ شاد بڻيو هڪ اَهنج گهٽيو آزار اندر

هڪار ٻري هڪ هير هلي هڪ ٽڙي ٽار ۾ مدُر ڪلي
هڪ راهه ملي هڪ واهه کلي هڪ روڪ گهٽي رفتار اندر

ڪرم جو هي وهڪرو ۽ ڌرم جي آ ڪسوٽي
ڪنهن خطا خاطر ٻڌايل آهه چنتا جي چٽي

زندگي هڪ هار، مرليءَ سوڀ آ سنسار ۾
هيءَ جمي ٿي هار باسي، هو مري بازي کٽي

هڪ سفر چالو ڪيو ۽ ٻيو سزا ڪاٽي چڪو
هن چڪر ۾ ڦير پائو، هُن مٿان گردش گهٽي

زندگي ظاهر ڪري ڪرمن اندر آهي ڪمي
ڪا دشا ڪهڙي زماني جي اَچان ناهي هٽي

موت آ اِمڪان شايد قرض ٿيو آخر اَدا
جنهن سبب هن زندگانيءَ جي دري ٻُوٽيل پٽي

منش ڪي مقصد اڳيان آخر رسائي موت ٿو
موت جي معنيٰ مصيبت اڌ ڪٽيل شايد ڪٽي

هر جنم ثابت ڪري ڪو پاپ ٿو پيڇو ڪري
جنهن سبب ڪا جوت هن ڪايا اندر آ ٻَرِ گهٽي

زندگانيءَ جي زنجيرن جي ضرورت روح کي
آهه تيستين، ناهه جيستين هن سزا ساري ڪٽي

## پورب جنم

پورب جنم جو پاڇو اِنسان تي پوي ٿو
اُڇاڻ ٻس نه جاڻي ڪنهن ڳاهه ۾ ڳهي ٿو

هر هر رُئڻ رڙڻ جو باعث اڳي ٻڌيو هو
هن آهه ۽ صدا جو سامان اڳ نهي ٿو

آواز اڳي اُٿيو هو پڙلاءُ اَڄ پوي ٿو
ٻيٽر اَڳي ٻيل ها پر نير اَڄ وهي ٿو

ڪنهن پُل جي پوڳڻا اڳ رهجي وئي اَڌوُري
ڪجهه سوُر اڳ سنائين ڪجهه سوُر اڄ سهي ٿو

آ هيءَ حياتي ساري ڪنهن پاپ جو پراڇت
هن اڳ مليل سزا کي قسمت قبُل ڪهي ٿو

ڪرمن ۾ جي ڪنتا، ڪوشش ٻڌي اَڪيارت
هن نقش اڳ چٽيل مان ليڪو نه هڪ ڊهي ٿو

جيوت جي جوت ساري اڳ ٿي وئي اُجهامي
اوُنڌهه ۾ اُلپتي ٿي اَنڌڪار ۾ رهي ٿو

ديپڪ هزار ٻاريون ٻجليون سوين جلايون
پر روشنيءَ جي ريکا هرگز نه ڪو لهي ٿو

# آپيديءَ جو ڀيد

ٻٽيا بيڪار سڀ حيلا، وسيلن ۾ ڳوهي ويٺي
خبر هن پار جي ڪنهن پوش ڪي پر ڪالهه ڪا پيٺي

عقل جي اوٽ تي هلندي، اُتاريم پوش اوندهه جو
ڏنم پوڊن پٺيان پردا قطارن ۾ لڳل ڪيئي

اميدن جي اِشاري تي ويس وڌندو اڳيان اڳتي
ڀراسائي وڌي ويٺي قدم در تي ڌريندي

هي پانڌي پريت جا، سائل هي سڪ جا سڀ پيا ٽڪجي
اندر هن ڀُول ڀُوليان ۾ ڀليل ڀٽڪيل ڏنم ڪيئي

سوين راهون ڦٽيون تي منزلن تي منزلون آيون
ڪروڙين هٿ ويا ڪٽبا آلا! رستو ڪٽيندي

گهري اوندهه جي ساگر ۾ هٽن مورڪ هٿوراڙيون
نه ڪنهن ڀي پار پاتو آ ٻڏا پارڪ پريندي

پڇان ڪنهن کان پرينءَ جو ڏس مڙئي مدهوش متوالا
وڃائي سرت ويٺا سڀ ڏٺل حالت ڏسيندي

آپيديءَ ڀيد آ ناهيو نه سمجهڻ سان به ڪو سمجهي
اگر ڪنهن جام ڪجهه چاتو ويس وسري سلجهندي

# دنيا هڪ پرولي

ملوڪن جي مُنهن ۽ زبان تي آ زيب
پريل دل ۾ پر آهه فتنو فريب

زماني ۾ زر جو هلي ذڪر ٿو
رهي فائدي جو سدا فڪر ٿو

پرايون پچارون نه پنهنجو سڌار
ڪري عيبجوئي پيو عيبدار

ڪٿي تنگدستي ڪٿي ڌن تمام
ڪٿي سست ۽ ڪٿ ڳهن صبح و شام

ڪٿي روج راڙو ڪٿي راڳ روپ
ڪٿي پاپ ڪٿ پڄ ۽ واس ڌوپ

ڪٿي شادمانا ڪٿي هاءِ هاءِ
ڪٿي آ وندر ۽ ڪٿي واهه واهه

پرن پيٽ پنهنجا نه پر جو خيال
اَلا ڪهڙو ٿيو آهه دنيا جو حال

جو آٽي اندر پر نه باهر ڏئي
اِنهيءَ ڪوهه اَندر ٿي بدبوءِ ٿئي

پرولي زماني جي آ پيچدار
سليندو سياڻو ڪوئي سمجهدار

# ماتا ٽوکي نمسڪار

پُراڻن ۾ ۽ ويدن ۾ پراڻ پڻ وڏو ماتا !
ڪري راتين جو اوجاڳا ٻچن لاءِ گيت تو ڳاتا

خودي پنهنجي وساري تون ٻچڙن اولاد جي آيا
نباهين توڙ تائين نينهن جا نازڪ ڏکيا ناتا

ٻڌايءِ خــون کي ڪاڏو سندءِ ٻانهن کي ٻاروتا
هٿن هيٺن سندءِ چاتــي جهلي ٻڪ کير جا ڏاتا

ڪڍيءَ فاقا سَنءِ سنڪٽ سوين سنتان جي صدقي
سکيــا پاليءَ پڙولن ۾ پٽي جـــي ٻـــار تـــو پاتا

اَڇا ڪارا، ڪنا، ڪوجها سريکا تو اڳيان سيئي
پلاڻي تن جا سڀ اوگڻ ڪٽي سيني سان تو لاتا

اَنڌي جي تون عصا هٿجين ٻڌين گفتار گونگي جي
سندءِ ئي ٻاجهه سان ٻولن ٿا ٻهگڻ ٻول اڄ ٻاتا

اچان ڪِڙڪي ڪري ڪڙڪو ته دل تنهنجي ڪري دڪ دڪ
سندءِ آسائتا هــي نيڻ هردم ٿا رهــن آتــا

ڪڏهن طوفان جــي تيزي ڪڏهن آ چوهه چولين ۾
تون ٻيڙين کي بچائين خوف ڪــان ٻاجهارا ٻيڙيا تا !

چڱايون تن جون سارهائين سدائين تن جا ڳڻ ڳائين
۽ ٻچڙن جي گناهن جا رکين ألٽا ڪندا ڪاتا

دوا ڪان وڌ دعا تنهنجي آ اؤشد تنهنجي اُلفت ۾
لڳن آسيس تي تن کي پٽڙن ۽ تنهنجا پاراتا

سنڌ سڪ ۾ نہ ڪو سوارث نہ تنهنجي پيار ۾ آپو
اَڄهل، اونهون، اٽل، اوچو، نہ ڪي ان کي حدون حاطا

اُمرُ تئي تو الڪ جو ۾ اَچي تنهنجي دثاران تو
اچي ٿو تو مڃهان اؤتار ٻڌجي پاڻ ورتاتا

چرن تنهنجا ڇهي ماتا ٻٽي پيا ديوتا ڪيئي
سنڌ چرنن جي هيٺان سرڳ جو سک آ لڪل ماتا

# ماءُ جو پيار

آ سنسار ۾ ڪو سچو پيار جي
نہ ماتا سوا ٻيو ڪٿي ٿو ملي

جڏهن ڪنهنجي گهر ۾ ٿو ٻالڪ ڄمي
تي ٻچڪار ڏيئي ٻچيءَ کي چمي

جڏهن ماءُ جي هنج ۾ ٿو سمهي
خوشيءَ مان ٿو چڙ لام تي گل لمي

سوين ٻار لاءِ سوُر ماتا سهي
سڄي رات جاڳي سنيارون لهي

سدا ٻار کي ٿي دعائون ڪري
"خدا خوف خطرا اَچي ڪر پري

مران مان ۽ جُڳ جُڳ هي ٻالڪ جئي
وِڻگو وار هنجو ڪڏهن بہ نہ ٿئي"

اِها آرزوُ آهہ ماتا سندي
نہ ماتا جيان پيار ٻي ڪا ڪندي

خوشيءَ ۾ اچي جيئن ٿو ٻالڪ کلي
نہ ٿو ماءُ کي ڪيڏو آنند ملي

## ماءُ

ڪوڻ آ سنسار ۾ جو ماءُ جا ٽورا ڪَٽي
ٻار خاطر سر مٿان ٿي سُور ۽ سختيون سٽي
اُسٽتي تنهنجي اَمان ڪهڙي ڪري ڪهڙي ڪريان
دين دنيا ڇا ڏٺيءَ ڪان ماڻُ ماتا جو مٽي!

## ٻالڪ

او ٻالڪا ٻنيءَ ۾ ڪهڙا ٿو ٻول ٻولين
وڪار کي وساري ٿـن ڇـو تتيءَ ۾ رولين
ويڄهو ندي وهي ٿي ٻورل ٻڻن جي ٻر ۾
ان آب کي ٻلائي ڪوُ ٻا ڪڏون ٿو ڪولين

## سونهن جا سائل

ڪير جا پيشاڪ منٿوُن ڪن سدا ميهار کي
خوُن جا طالب چمن ٿا چاهه مان تلوار کي
جي گلن جا گهٽگهرا سي ٿا گهمن گلزار ۾
سونهن جا سائل نهارن مرگهه نشي لار کي

# موتي

اوچتو آيو اندر ۾ ٻوڙ کو موتي ملي
۽ ٻسي موتيءَ جي جوتي هيج مان هردو کلي

آس هيءَ دل ۾ رکي ڪاهي ڏيس مهراڻ ۾
قلب ڪڙڪن ۾ ڪنبي ويو ۽ ٻيس ارمان ۾

ڪُرڪندو ڪانءُ جيان مان ويس ڪناري تي کهي
جتن پياڪ روپ ساگر جو ڏٺم وَئي دل لهي

نيٺ ڪجهه همّت رکي پاڻيءَ جي ويجهو ويس ڏڌي
عرض مون هڪڙو ڪيو اُت آب کي هٿڙا ٻڌي

”سل سمندر اي سدورا آهه ڪٿ موتي منو
لاڏليون لهرون اوهان مان ڪنهن ڪٿي موتي ڏٺو؟“

لهر فرمايو: ”نہ موتي ٿا ڪناري تي اڇن
سمنڊ جي اندر سپن جي پيٽ ۾ موتي نپن“

مون چيو ڪشتي نہ آهي ڪين ٿا ڏسجن ملاح
ڪئن ملي موتي ادا ڏي سمنڊ ڪا سهڻي صلاح

سمنڊ آکيو: "ڪين ٿــا موتي ٿرن پاڻيءَ مٿان
ياد ڪج هيٺا ڪڏهن ٿيندو نـہ ڪم تنهنجي هتان

راهہ اَهنجي آهـــ جنهن کي پـــي سچو موتي کپي
ساهہ جو سانگو ڇڏي سو ٻهريون پاڻيءَ ۾ ٽپي"

هـــي سٽي طعدو ٽَري ۾ گُهت هٽي هڪ مٹُ پري
جڻن سپيءَ جي پيٽ مان موتي ڪڍيم، پٺي دل ٺري

# تنهنجو ڪمال

پيارا پسان ٿو ڇوڏر جلوو جمال تنهنجو
کهڙو ڪٿي ڪثيان مان ڪامل ڪمال تنهنجو

سوڀياءِ سونهن سهڻا تنهنجون ڀرن ٿيون ساکُون
ءِ هي پهاڙ آهن جاهه و جلال تنهنجو

ساگر جون گاج گوڙيون ڪڙڪا ڪري ڇون ٿيون
ڪوئي گهري ته ماڻي موتي مثال تنهنجو

توئي اُپايو آدم توئي هوا اُپائي
سڀ هي پسون پرندا آل و عيال تنهنجو

# ڪهڙي پيت ڌري

سانول تنهنجي سرن اڇي هيءَ ڪهڙي پيت ڌري
اَنگ اَگهاڙي عيمن ـ هاڻي آئي پاپ ڪري

تن ۾ تپ جيون ۾ جوالا ـ چت ۾ چنتا سر ۾ پالا
ڏک ۾ ڏيل ڏري ـ سانول ڪهڙي پيت ڌري

منڙا ناهي مون وٽ مايا ـ ڪيڙي ڪُٺري منهنجي ڪايا
تنهنجي لوهه ٽري ـ سانول ڪهڙي پيت ڌري

مون وٽ ناهي موتين مالا ـ تو وٽ آندم نيتر آلا
ڳوڙهن پاند پري ـ سانول ڪهڙي پيت ڌري

سارو هي سنسار وساري ـ آيس تنهنجي شيام دواري
تو بن ڪين سري ـ سانول ڪهڙي پيت ڌري
سانول تنهنجي سرن اڇي هيءَ ڪهڙي پيت ڌري

# مهاڪويءَ جي ڪوتا

چگت سارو ڪويسر جي رنگيل ڪوتا اَميراڻي
تو ڳائي راڳ جو راجا ٽي چمڪي روپ جي راڻي

صبح جو ڇات ڪرڻن جي تو سوُريہ ديو چنڪائي
اُٺي پرڀات جو پکيون پکي ڳائن مڌر ٻاڻي

پهاڙن مان ۽ جهرڻن مان ملي سنديش سائينءَ جو
۽ ساگر ۾ جڳن کان جَرڪندو جُهمندو رهي پاڻي

سڻائن ٿا ستارا سانت جو سنگيت ساري رات
رمي ڪڪرن سان ڪڏهين چنڊ لڪ ڇپ راند ٻاراڻي

ڦلن ۾ ڦوُهه جوبن آ، ۽ ڇيڙي واءُ آ ويڻا
پکن ۾ ناچ جي ڇن ڇن لڳي دربار شاهاڻي

وشواس

هت بدي تو مان ڪريان آراڌنا
تنهنجي در تان دان تو سک جو پنا

شڪر لک لک تو ميان تنهنجا ڏٺي
تو سهارا مولڪي سنڪٽ ۾ ڏنا

صبح سانجهيءَ توکي ڏيائن تا پکي
وشو جي هر شيءِ ڪري ٿي وندنا

تون اُجايل جي مٺائين اَج تو
تون ٿي رڻ ۾ روجهه جي آن ترشنا

تون ٿي تن جو تاپ من جي واسنا
سالڪن جي تون ئي آهين سادنا

خود بخود توکي پڪارڻ دل لڳي
تنهنجي سڪ ۾ منهنجا جهڙ نيترو ينا

تون زمين تو منهنجي رڳ رڳ جي اندر
منهنجي دل جي جاڳين تو هر ياونا

سڀ جا ڪارج سد ڪرين اي ڪارساز!
تون ئي پوري تو ڪرين من-ڪامنا

تون نه ڪن ۾ تو اُتي پهچي وڃين
جت نه پهچي ٿي ڪويءَ جي ڪلپنا

# آوشــواس

ڪنهنکي ٻرين مــان ٻُڄان ٻيڪر نـــہ جي ٻسائين
ڪنهن کان ڏڪان ڏران مان جيسين نہ تون ڏڪائين

آڻ جاتو آڻ ڏنو تون ٻوڏن پنيان ڇوڙن ٽـــو
ساڪيات منهنجي سامهون ساعت تہ آءُ سائين

ڇوڏاري چنڊ جي تـــا چٽڪر ڏين چڪورا
ٻچندا پتنگ ڇا تي جوتي نـــہ جي جڳائين

جل ۾ ڪمل ڪلي ٿو ڀنورا تڏهن ڀـــرن ٿا
هي بلبليون اچن ٽيون گل ٿو جڏهن اُپائين

مولي مُنجي ٿي نياپو نانگن ڏي نينهن جو ڪو
ڦاسن ٻوءِ قيد ۾ ڪٽن جوڳي جي سپ جهلائين

مجنون نہ مست ٿي ها ليلا نہ جي ڏسي ها
مومل مني جـــو راڻو ڀڄي ويو ڪاڪ ٽائين

ڇڏ لڪ لڪاءِ هاڻي پرگهٽ اَچي ٻرين ٿيءُ
ٻندا ڪنڌ بغاوت سس پس هلي آ سائين!

# أستتي

ايشور تنهنجي ڪريون سڀ أستتي
سائين سمرٿ مان اَچي آنند اَلـــي

مهر ڪر مالڪ منڌايون معاف ڪر
جئن زيادھ ٿي نہ منهنجي درگتي

هڪ اِشاري سان ڪيئہ اُتپن جهان
هڪ اکر سان اَنت تائين اُتپتي

سڀ ئمرتا سان نموُن تنهنجي اڳيان
ٻوڄنيہ ٻرماتما ٻـــرجا- ٻتـي!

# ڪڏهن ڪيئن ۽ ڪڏهن ڪيئن

عجب ڳالهيون عجائب جون ڪڏهن ڏاهي ڪڏهن جوڙي
ڪڏهن ٿو ٽار مان ٽاري ڪڏهن ٽانگهي اندر ٻوڙي

ڪڏهن کلندا رئاري ٿو ڪڏهن رئندا کلائي ٿو
ڪڏهن در تان ڌڪاري ٿو ملڪ لءِ پيو ڪڏهن ڊوڙي

ڪڏهن مرهم بنا مجروح کي ڇن ۾ ڇٽائي ٿو
ڦٽن تي لوڻ ٻرڪي ٿو ڪڏهن ٽن جون پٽيون ڇوڙي

ڪڏهن پاڻيءَ ڦڙي خاطر ٻڪارن پيا هتي پياسي
ڪڏهن درياهه اٿلائي ڇڏي ٻارا ٻنيون ٻوڙي

ڪڏهن ڪمزور کي ڀي ٻل ۽ همّت ڏي ٿو هاٿيءَ جي
ڪڏهن ڏس سُورويرن جي سسين کي موم جان موڙي

# نرالا رنگ

خدا دنيا اندر خلقيا نرالا رنگ نر واري
ڪٿي رڻ جي تتل واري ڪٿي گلشن جي گلڪاري

ڪٿي ساگر سنڌيون لهرون جنگيون ڪن ٽيون جهازن سان
ڪٿي ڏونگر ڏڪائن ٿا بلائون جن اندر باري

ڪٿي گل جي مٿان بلبل لنوين ٿي لوڏ مان لائيون
ڪٿي چيخون چڪورن جون چڪر ڏين چنڊ چوڌاري

ڪٿي ڏس نورا سج جا بڻائن روز کي روشن
وڇائي رات ٿي چادر ڪٿي ظلمات جي ڪاري

# خطا

مالڪ تي ويٺي خلق ڪان هٿ، هٿ، خطا خطا
معافي مڱا تو سڀ مان تون ٿي ڪرين عطا

آدم چيو تي عرش ڏي مان پڻ وڃان وڏي
مورک ڪا راهه پنهنجي خمارن ۾ هڪ لڏي

اُن ويل اوچتو اچي طوفان ٿيو ڪڙو
گجگوڙ گوڙ گرجنا ڳوڙو ٿي پيو ڳڙو

نادان ليکي عرش سان چوٽي گسايان ٿو
طوفان، مينهن ۽ ڳڙا مان ٿي وسايان ٿو

پڙدو پٽاري سڄ کي مون ٿي ڇپايو آهه
ڪڪرن وسيلي ڪال کي مون ٿي ڪنبايو آهه

اوتي پوءِ آب غيب ۾ غائب ٿي ويا ڪڪر
خفقان ۽ خيال چري جا نه ويا مگر

نروار سڄ ٿيو جڏهن منهن تان هٽائي پوش
مدهوش جو نڪاڻي تڏهن نيٺ آيو هوش

ننڊ جي نشي ۾ سرت ويس عرش تي ڪڄي
جاڳڻ سان پاڻ کي پسي ڌرتيءَ تي ٿيو لڄي

# انساني چولو

لڪن ويس مٽيءَ ڪان پوءِ علي تي جوڻ انساني
اجان هردي هنيلي ۾ هلن ٿا خيال حيواني

عقل هوندي به من موُرک ۽ ويچارن ۾ وياڪلتا
جڳن جي پالوائن بعد دل بي سمجهه ديواني

لڪن جوُٽين ۽ جنمن جو اثر من تي رهيو ڪهڙو؟
ڪڏهن ٿي ڪاچ شنڪا جو ڪڏهن آ شرڪ شيطاني

رسي ڪٿن ماڳ ني وچم جي ويهي رهندو ويسوُڙو
وساري سبز ڪيٿن ڪي وٺي ٿو وات ويراني

اَجان مقصد اَچي اوڏو نه من کي ٿو اچي ڏوڏو
وساري وات واحد جي وڃائي سهج سلطاني

## ٽٽل آس

آس - رُوپي آب سان جو ڪيٽ هو آباد ٿيو
جهڙپ جهولي جي جلائي تنهن کي اڄ برباد ڪيو

ڪيترا ڏس اَنسنا اِنسان تو دل ۾ ڌري
ڪين ٿيون آهُون اَگهن داور نہ ڪوئي داد ڪيو

ڪٿ اُڇايل رڃ جي رڻيءَ کي سمجهيو آب ٿي
پر وڃي ويجهو ڏٺائين شاد - دل ناشاد ٿيو

بند پڃري ۾ رهي طوطو ٿڪجي تو آس ٿي
قيد ٿي اُن لاءِ قبر ٿي ڪين ڪنهن آزاد ڪيو

ڪامنائون مَن سنديون ڇو ڪين ٿيون پوريون ٿين
هاءِ! قسمت پريمين کي سوُر ٿي اِمداد ڪيو

امر اوُچ عالي آ انسان سو
نمي ڪنهن اڳيان ڪين تو جوان جو

سدا جو رکي ڌيان سؤمان جو
دکي ديس جو تو رکي ڌيان جو

چوي ماتا تان ماتا تي مان وڃان
مگر بند ماتا سندا مان پڃان

( ٢ )

بدو ۽ ٻچو ٻار اُن لاء رڙي
منني ملڪ تان مرڪندو جو مري

پسي خوف خطرا نہ تي پل پري
ڌٽيء در فقط عرض جو تو ڪري

"مرڻ وقت پنهنجي وطن ڏي وران
اُتيئي جمان ۽ اُتيئي مران"

( ٣ )

هٽي ڪال جهڙپون ٿو جوڌا جهٽي
ڇڏي ڪنڌ ٿو ڪونڌرن جا ڪٽي

۽ سوُنٽن سان سر سوُرمن جا سٽي
شهيدن جو رت خاڪ ۾ ٻج ڇٽي

ڏسو ڪيٽن ڪٽي مان ٽين ڪيچ ٿا
ڏين پنهنجا سر لاهي سرويچ ٿا

ڪلهه رات جو جنهن ويل هئي گهنگهور انڌاري
بادل ٿي ٻچي بود مان ڪا ٻُوند ٻهاري

هڪ ٻڍڄ هيِنان باغ ۾ ليٽيو هئي نماٽو
جنهن بن نه سُجهيو سوز ۾ ڪو نيڪ نڪاٽو

دک، درد وچان دم نه، ٿي آرام ڪو آيو
پنهنجي وطن جي خوض خيالن ٿي ڪپايو

بس هند جي درياهه ۾ آهي اِهو اِسباب
ڪنهن ڪرم ۾ ڪرتار ڪيو ناهه ڪامياب

رنج روڳ بنا ڪيس نه ورثو آ مليو ڪو!
ڏکه ڏوجهڙن ۽ ڏُرت جو ڪو ڏاج ڏنو تـو

جننيءَ ڪي جهلي سخت زنجيرن ۾ تو جڪڙيو
پنجي ۾ سندس پاند تو پختو ونّي پڪڙيو

هيءَ تنهنجي جفا آهه ڪه تقدير[1] ڪئي آ؟
پوُرب ـ جنم ۾ هند يا تقصير ڪئي آ؟

---

١. تقصير = غلطي

اُتي اوچتو آڪاس مان آواز ڪو آيو
صاحب تي سليو پاڻ ڪ بادل تي ٻڌايو

آخر ۾ جبرُ زور ظلم زيرو ڪري ٿو
سو ناس اَوس تي جو ٻرا ٻيڙ پري ٿو

ظالم نہ رهي ظلم نہ ڪي ظلمي زمانو
خوُني نہ وڃي ساڻ ڪٽي ميٺڙي خزانو

دکہ درد جو آخر تہ ڪڏهن اَنت بہ ايندو
قدرت جي اَٽل نيم ۾ ڪو فرق نہ ٿيندو

# ڪر ڪرم

ڪرتار ڪر ڪرم ڪو ڀارت ٻکيو گذاري
داتار تنهنجي در تي پل پل پيو پڪاري

تون ئي اَٽاڳي وياپي اوتار ٿي اَچين تو
تو بن ٻئي نه ٻيو در تنهنجي ئي پيو پناري

دل مان اُچن ٽيون داڻهون نيڻن مان نير جاري
تنهنجي مدد لاءِ مالڪ! اَکڙيون ڪٽي نهاري

داتا ڏکين ٻکين کي تون ئي رسائين روزي
هرڪو ئي ساهوارو توکي پيو سنڀاري

ساگر ۾ گاج گوڙيون طوفان تيز ڀاري
قادر ڪريم ڪنهن پر ڪشتي ڪريو ڪناري

# باند ڀارت

ننڊ جي نِنگُري نشي ۾ قوم اڄ غلطان آ
ڪيئن وساريائين وطن جنهنجو مٿس اَحسان آ

ديس کي آجو ڪرڻ جي هام هرڪو ٿو هڻي
ڪم ڪرڻ مشڪل گهڻو لافون هڻڻ آسان آ

ملڪ جي لاءِ حب نه ڪائي اون عشرت عيش جي
عام جي نظرن ۾ ليڪن اوُچ - پد اڳوان آ

ڪوٽ ۾ قابو رهي راڻيون رڙي ماتا مٿي
اڄ ڪَرايـن ۾ سندس زنجير جو نيشان آ

تو بنائي هر وَرق اِتهاس جو ڇا هند هئي!
هاءِ ويو ڪيڏانهن اڳوڻو هند جو سو شان آ؟

رنگ بوُ ساري لٽي ويا، ويا لٽي بلبل جا گيت
باغ ڀارت جو اَلا! ويرين ڪيو ويران آ

ڀين آزاد ديس جنھن جهنڊو هند جو ٻہ جهوليندو
سدا سنسار ۾ سوراج جو سو ٻول ٻوليندو

پسي ليڪن نماڻن ۾ اَجهل هي نير - ڌارائون
نہ رئندن کي ڪڏهن پِـــي روهہ ۾ رحمان روليندو

اسان جا هي گهروُ جهڳڙا ڪڏهن ڪافوُر ٿي ويندا ؟
هندوُ - مسلم جي ايڪي لاءِ منو ڪو موُل ڳوليندو

بکين پائن سنديون دانهوُن جڏهن داتار هي ٻڌندو
اَڏيندن لاءِ اَناجن جا ڀنڊارا خوُب کوليندو

هڪاليا ويا هزارين سي لنڙيا جي لال جيجل لاءِ
سنتنترتا سندو سائل هيئنر ڏوُنگر نہ ڏوليندو!

ڪري سڀ ڳالت اونچا سوُرما ايندا اَجل سامهون
ڪڏي هرڪو ٿي چالي نڙڪ نيزي هيٺ کوليندو

مڙد مانجهي وير بانڪا جام ويا جوڌا جوان
ڪين نڀيھه نت رهي ٿو جو اڏيون ٿا آشيان

قبر جي ڪي پوش ۾ ڪي آب جي آغوش ۾
ڪي سمهن سنتوش ۾ آ ڪال جي ڪرڙي ڪمان

جن ٽڪر ٽاڪي ڇڏيا ويا غار اندر ٿي
ڪين ٿو ڪن جو سجهي ڪيا مؤت ڪٿ آهن مڪان

ڪي ڇنبن ڇيري رکيا ٿيا آگ ۾ آهوت ڪي
ڪي اُڃايل رڃ ۾ رڙندي ٻٽائن آستان

ڪالرا ۾ ڪي ڪِنجهن ڏَٻجي ڏٻڻ ۾ ڪي ويا
اوچتو آڏو پسن ٿا ڪال جي ڦهري زبان

جو جمي ٿو سو مري ٿو آد کان دستور هي
سرڳ ۾ سورهيه وڃي جو ٿوڪ نيزي جو نشان

## مهاتما گانڌي

اسانجي ديس جا رهبر مٺا مهندار لاثاني
ڪرين هرڪنهن جي هردي تي حليمت سان حڪمراني

اُميدن جا سلا اُپريا غلامن جي اجڙ دل ۾
ڏسون هر جاءِ آبادي جتي ڪنهن ويل ويراني

اِجهو مقصد ٿيو حاصل، اَکين آڏو آ آزادي
اَٿم ڪيميا ڪان بهتر ٿي ڪري نشڪام قرباني

نه اَهڙو ديوتائن کي ڪڏهن هٿيار ٿيو حاصل
اَٿم جهڙو اَهنسا جو عجب اوزار اِنساني

جيئي ڪوئي نه تو وانگر مري ڪوئي نه تو وانگر
مٺا توکي سنڀاريندو سدا هرڪو هندستاني

---

نوٽ - ۴۹ کان ۵۷ صفحو تائين ۱۹۴۷ کان اڳ جون لکيل ڪوتائون آهن.

## مذاقي نوع ه

پاپي پاپي پياري پاپي، پاپي ڳالهه ٻڌايان ٿو
دردن جي هن دفتر مان اَڄ هڪڙو ورق ورايان ٿو

چوڪر تنهنجي تيرهن تالي - تون ته چئين آ پولي پالي
ٿالهه منجهان ٿي ناهي ٿالهي - سارو قصو سڻايان ٿو

گهر وهڻ سان گهات گهڙي ٿي - صبح سانجهيءَ ڏوه مڙهي ٿي
چڙ جي چاڙهي روز چڙهي ٿي - تنهنجا ڳڻ پيو ڳايان ٿو

گهڀيءَ چڏيو گهه کپائي - ڏينهن ٽيا آهن راشن آئي
هي ويچارو چه چا کائي - خيالي طعام پچايان ٿو

گهر غلاظت جو ٽيو خانو - کٽ ٿي ڪُرڪي پٽ تي پانو
ڪُوڙو سوُڙو مليو بهانو - سارو سچ سڻايان ٿو

تازو آيس واچ بڻائي - چابيءَ سان گڏ چڪرو ناهي
اوُندو سوُندو ٻل پرائي - پنسو مفت وڃايان ٿو

ٻارن جي ٻڌ پاپي بولي - هر هر چوڙن گار جي گولي
ٽنل ٽوپي ڇڇريل چولي - ناحق خلق کلايان ٿو

مڙد ٻڌيو اڄ آهي مادي - گهوٽ وڃائي پنهنجي گادي
شادي ناهي آ بربادي - پل پل ۾ پڇتايان ٿو

# ڪال

دلگير ٿيءُ دلبر ۽ جي يار ويو آ
هي ڪم سمورو ڪال نہ ڪرتار ڪيو آ

آخر اوهان جو آهي نڪاٽو بہ اِتيئي
جنهن گام ڏي سُورهيہ سندءِ گهر ٻار گيو آ

ڇو ٻار جي جمڻ تي جشن جام ڪيو تا
سامانُ سندس مؤت جو تيار پيو آ

ڦُليو سمايو ڦُول نہ تي ڪالهہ خوشيءَ ۾
اڄ پٽ تي سر ۾ ڌڙ سندس ڏس ڌار پيو آ

سُورهيہ نہ ڪوئي جڳہ ۾ سڪندر سمان ٻيو
اڄ خاڪ سان ڏس خاڪ ٿي سردار پيو آ

ويو جور جبر ظلم سان ميڙي جو خزانا
ڪٿ جور جبر آهہ ڪٿي 'زار' رهيو آ ؟

ڪرتار ڪال ۾ رکي کهڙي نہ ڪرامت
جنهن سک ڏيہ جو سرڳہ ۾ اقرار ڪيو آ

## گوپال

ڪا جا لڳم ڪناري - نيڻن مان نير جاري
جهرڪن ۾ جيء جيارا
ٿي دوُر وئين دلارا
گوپال لال پيارا
توکي تڪن ٿا تارا
تو بن جڏو جياپو - آ سوز ۽ سياپو

ڪل ڪانه هئي قهر جي
ڪنهن خوف ۽ خطر جي
سوُرن سندي سفر جي
قاتل ڪڙيء زهر جي
او نانگ نيش وارا - تو ڪئي هتيا هڇارا

نيتر سندم نماڻا
ڳولهي ٿڪا وڃاڻا
اولده ڪري اُباڻا
روشن ڪيئه مساڻا
پيو لوت آ ڪفن ۾ - دم ديو آ دفن ۾

تنهنجو وڇوڙو ساڙي
چيري قتي ۽ قاڙي
تو لاء لڙڪ لاڙي
وينم ڀلڻيء تي ڀاڙي
ڪنهن وقت ڪال ايندو - تو نال مون به ليندو

اولّ الک اُپائين
پالي لبل نپائين
بت تو عجب بڻائين
لن کي وري مٽائين
ڪنهن جام کين جاتو ـ تنهنجو نہ پيد پاتو

تو بن رهان اڪيلو
سائي نہ کو سهيلو
ڪوئي مٺو نہ ميلو
ڳُڻتين ڪيم ڳهيلو
تو بن سڄو زمانو ـ اوندهہ جو آستانو

---

نوٽ ـ گوپال ٺاڪرداس آڏواڻي پيءُ جو هڪڙوئي پٽڙو هو. ڪاليج کي موڪلون مليون تہ هو وڏيءَ اُڪير مان جهرڪن جي ڳوٺ پنهنجن ماروئڙن سان ملڻ ويو.
درياءَ تي ڪيس هڪ نانگ ڪکي وڌو ۽ هن جو ديهانت ٿيو ۽ وري واپس نہ موٽيو. هن دکدائڪ حادثي ليکمڻ جي نازڪ دل تي گهري چوٽ لڳائي جنهن ڪان متاثر ٿي هن مٿين ڪوتا رچي هئي.

## آواگمن

جو جنمي سو آوس مري هيءَ ريت اٽل ۽ آدي آ
جنم مرڻ جو کيل انوکو - آد جڳاد انادي آ

ڏٺرت تو وينو ويچارين - مورک پاڻ اڄايو مارين
وڇڙيو هو تنهن کي تون سارين - ڳالهه سراسر سادي آ

سپني کي تون ساپيا ڄاڻو - سچ کي هرگز ڪين سڃاڻو
ڇڻن ڳهڙين جو نيڀهه ناڻو - ڪيئن چوين بيدادي آ

پير ڪٽي ويو اڳتي پاندي - ڪنهن جي ڪايا ڪنهن جا ڪاندي
ڪين رهيو گوتم ۽ گانڌي - تون ڇو سمجهين تعدي آ

جنهن کي تو ٿي سمجهيو پنهنجو - سو اڄ تنهنجو ڪلهه ٻئي ڪنهنجو
ڪين ٺڪاڻو هڪ هنڌ ڪنهنجو - هي جڳ وهندڙ وادي آ

هي نه اُباڻو، هوُ نه اُباڻو - جيءَ اندر ڪٿ جيءَ سماڻو
پنهنجو راڄ ڇڏي ويو راڻو - ڪن ۾ خالي گادي آ

# سڀ فنا

هلي فنا جي ريل مسافر هلي فنا جي ريل
ڪُوچ ڪرڻ جي ويل مسافر هلي فنا جي ريل

سيٽي وڄندي گاڏي ڀڄندي
ترسي ڪنهن جي لاءِ نہ بيهندي
ٽِپڙ سهيڙ سويل مسافر هلي فدا جي ريل

ڇو تون ويٺو پاڻ پٽوڙين
اڄان پيو تون خيما کوڙين
هلڻو آهي هيل مسافر هلي فنا جي ريل

سمجهہ سياڻا تيءَ ڪجهہ ڏاهو
اڳتي سفر جو ڪر سانباهو
اُت ، تي آهہ اَويل مسافر هلي فنا جي ريل
ڪُوچ ڪرڻ جي ويل مسافر هلي فنا جي ريل

## بيوفا زمانو

هي بيوفا زمانو بيسود زندگاني
انسان جو جنم آ جڻ موت جي نشاني

ڪن ۾ ٿي ڏھي ٿو ھي بي بقا ٽڪاڻو
بيڪار زندگاني جنھن ۾ نہ جاوداني

چانڊوڪي ڪالھ چوڏر اَڄ چوطرف اَنڌارو
ساعت اندر سفر اي ٿي روشني رواني

ڪلھ ور وني ڏني ءِ ڪي گھر شان سان گھڙيو ٿي
اَڄ در پٽيل نہ ڀوريو پيدل ھليو پراڻي

ھي جڳہ سراء آھي ھرڪوئي ھت مسافر
اَڄ اَلوداع ڪري وڃ وٺ راھ تون رباني

خوشيءَ ۾ ڪڏهن به نه زيادهه ڪِلو
دکن کان بچڻ جو ڪيو ڪو بلو

نه سنسار ۾ سک رهي ٿو سدا
گهڙيءَ ۾ ڏسو شاهه ٿئي ٿو گدا

ڪڏهن پير جن جا ٿي ٻانهَن چميا
ڪڏهن سيج سوڙين ۾ جي ٿي سمهيا

تجمّل سان وينا ڪڏهن تخت تي
ڦرن دربدر اڄ شهنشاهه سي

ڪڏهن شاهه آمان اللهه آفغان جو
سڀي جڳہ ٿي عزت سان جنهن کي ڏنو

پڇي بعد جنهن ديس آزاد ڪيو
سندس راڄ ۾ ڪين بيداد ٿيو

ويو نانءُ دنيا ۾ اُن جو وڄي
ويس راڄ ۽ پاڳ ڪاڏي ڪڄي

ڪڏي رس گلن مان ٿي مک موج سان
ڪري ناس ڦلڙا وڏي فوج سان

ڏسو گل کي جوڀن ۾ ڪيئن ٿي ٽپي
پسي مال ملڪيت نچي ۽ ٽپي

مگر نت نه ماکي ٿي مک سان رهي
ٿو ماکيءَ جو مانارو ڪن ۾ ٻڌي

ڏسو نيرو ۾ ڪيئن ٿي مڇلي ٽپي
نديا جيت جيئرا ٿي جل ۾ جهپي

نه آ خوف اُن کي مهاڻي سندو
نه ڪن ۾ اَچي ڪار کهڙي ڪندو

ڪڏهن آب ۾ ٻي ڊٻي ٿي ٻڇي
گهڙيءَ ۾ ڪنديءَ سان مٿي ٿي ڪڇي

ڏسو ٻار ڪيئن ٿي نچيو ۽ ڪليو
ٿي ماتا پتا سان رليو ۽ مليو

مٿان ڪال آيو ويس پيءُ مري
ڏکن ۾ سندس ماءُ ٿي پٽي چري

ڦري دربدر پر نه دادا ملي
ڪٿي ماءُ سا ٻار جنهن سان کلي

گذاري ٿو دنيا ۾ اڄ هوءُ ڏکي
رهي ڪوله جڳه ۾ سدا ڪو سکي

نہ ٽو نيبھ رهي ڪنھن سان ڪڏهن ناڪام هي ناڻو
نہ شاهن سان رهيو هر وقت شوڪت شان شاهاڻو

ڪڏهن قارون جو اَڻڳڻت خزانو هٿ اَچي ڪن کي
پکن ۾ ۽ ڇپن ۾ ڪي گذر ڪن ٿا غريباڻو

ڪڏهن ڏس قيصر -- جرمن شهنشاه سلطنت جو هو
ڪري ڪٿ تان پيو پٽ تي رهيو نا راڄ جو راڻو

مکٽ ۾ ماٿ جي ڪنھن دم جڙيل هيرا جواهر ها
مگر اَڄ حال ڏس ٿيو فڪر ڪان هن جو فقيراڻو

## آدمي

آدميءَ جو جسم چاهي جنهن تي آ شيدا جهان
خاڪ جي پتلي اندر ٽيون خون جون ڌارون روان

پاپ جي پڇري مٿان ٽيو ماس جو ٿهه مهلقا!
منش هي عمدي عمارت آهه مٽيءَ جو مڪان

ٻاهران رنگين اندر گند گاڏي ۾ ڀريل
راز رنگريزيءَ جو هي ڄاڻي مگر ٿو رازدان

## همت ۽ هاڃ

جيسين رهين جهان ۾ اڳتي ٿون وک وڌاءِ
همت سان ونجهه هلاءِ اي مانجهي نه منهن مٽاءِ

آئيندي جي نه اون ۽ گذريءَ جو غم نه ڪر
جو آهه 'همت' ۽ 'هاڃ' آ اِن ڳالهه کي هنڊاءِ

مانجهي نه ڪجهه محال آ ڇڏ خوف جو خيال
لهرن سان لڙ ۽ ڪشتي ڪُنن جي مٿان ڪُڏاءِ

مٺي نيڻ کولي هيٺ ڪر نگاهه
هي بي چئن دنيا جو ڏس خوابگاهه
هي سنسار اونده جو ساگر اٿاهه
خيالن جو خالي لڳي ٿو لقاءُ.

(٢)

جتي 'ها' نه آهي نڪي 'ناهه' آهه
اُتاهين نه آهي نڪي لاهه آهه
هتي ناهه ناهي نڪي ڊاهه آهه
هي عيبن جو بي عيب آهي اُتاءُ -

(٣)

جتي پيءُ ناهي نڪي ماءُ آهه
جتي پيڻ ناهي نڪو ڀاءُ آهه
هتي اجنبيءَ وارو ورتاءُ آهه
هتي سارو سوارٿ جو آهي سٽاءُ -

( ۴ )

نہ ٻيڙو نہ تارون نہ ڪشتي ملاح
نہ واھڙ وسيلو نہ ڪي آھہ واھہ
نہ منزل نہ رھبر، ملي ٿي نہ واھہ
پوي ڪين ٿو ھن سفر جو سماءُ -

( ۵ )

ھتي ڪو گداگر ڪوئي آھہ شاھہ
ڪوئي طعام کائي، ٿي ٻکہ ۾ ڪو پاھہ
ڪري چاھہ ڪو، ڪو اَياڻو اَچاھہ
نہ ھن پاپ - نگريءَ ۾ ڪوئي نياءُ -

## نردوش

رهي نردوش جيون ۾ سدا پرڪاش نُوراني
اکيون اُجليون، صفا چهرو، نزاڪتدار پيشاني

سندس ڪايا ڪشش واري سدائين مرڪندڙ مکڙو
ستيا سوڀيا وڌائي ٿي، ٻڪائي تاج سلطاني

رهي ٿي سونهن سيرت ۾ ۽ ڏي پاڪيزگي پرڪاش
ٿئي ٿي روح ۾ پيدا عجائب سُونهن سبحاني

## پاپي

مگر پاپيءَ جي جيوَن ۾ رهي هردم پريشاني
پريشاني پريشاني، پشيماني پشيماني

اَثر عيبن جو پڌريون ٿو پوي پاپيءَ جي چهري تي
گنهگارن جي صُورت ۾ اَچي تبديل روزاني

چڱي کي ٿو مٺو سمجهي، ڀلي کي ٿو ٻرو ڀائين
نه ڀل ٿي پاپ کان پاسي، ڪنن سمجهي ٿو قرباني

اُپاسڪ عيب جو بڻجي، گناهن تي ڪري گيرب
بدن ۾ باهه حيواني، ۽ سر ۾ شور شيطاني

سريرڪ مرض، من کان پوءِ اَچي ٿو آتما اوڏو
بدن جي ڀوڳنا وڌندي ٿي بڻجي روڳ روحاني

( ۱ )

جوانيءَ زندگانيءَ جي گناهن ۾ اُدا گهاريم
ڪيم جي قؤل قادر سان سکن ويلي نه سي ساريم

اُملڪ روز ۽ راتيون ويا ويسر ۾ ٿي ڏهندا
اُکين تي اَنڌ جو پردو ڇني ٿاهي ڪٽي چاڙهيم

فنا ٿلجي بقا ٿاليم اَصل ٿلجي نقل چاهيم
چڱا ٻاهي مندا ٿاهيم هٿن سان ڀاڳ کي ڪاريم

( ۲ )

اَڱوٺو سڌ پڙاڏو ٿي وري منهنجي اندر آيو
" اڙي مدهوش متوالا نه ڪر هن سڱ جو سعيو "

مون نيٺن کي پلڪ خاطر ڍڪايو ٻوش پلڪن جو
ٿگي ٿاڪر ٿلهيءَ دل ۾ ٿينگو ٿت ٿات سان ٿاهيو

عقل عاذاب ڪيا جاري همت حيران ٿي ويٺي
وري ديوانگيءَ جو دؤر اي داناءَ ڪيئن آيو

( ١ )

علم ۽ عقل جو مرڪز فضيلت فيض جو گهر تون
فصاحت ۽ بلاغت جو سدا بي اَنت ساگر تون

اَبوجهن ۽ اَياڻن کي ڪرين عالم اَڪابر تون
ڏڏن جو ڏانءُ ڏاتر تون آن دانا بينا داوَر تون

( ٢ )

غريبن کي علم ڏيئي مٿي اوُنچو اُڏائين ٿو
اَميرن کي اَدب ڏيئي نماڻن جيان نمائين ٿو

ڀليل ڀٽڪيل مسافر کي سنئون مارڳ ٻتائين ٿو
ڀلارا ڀال تون پنهنجا سدا سڀ سان ڀلائين ٿو

( ٣ )

وهي تنهنجي جتائن مان نرالي نير جي ڌارا
ڀرين ٿو پنهنجي برڪت سان مهاساگر نديون نارا

ڪرين سر سبز کيتن کي ۽ ٻهڪائين ٻنيون ٻارا
سندءِ هيءَ ٻاجهه ٻاجهارا سندءِ پرتاپ آ پيارا

( ٤ )

تون اوتين آب اُڀ مان، هيٺ هاري ٿو ڪري حيلا
ڇٽي هي ٻج ٻنيءَ ۾ تن کي اُس ڏيئي ڪرين تيلا

ٿين ٿا سبز ساوڻ ۾ سرءُ ۾ ٿيا ٻچي پيلا
ڪرشمو قرب تنهنجي جو آ تنهنجي لطف جي ليلا

سماپت ٿي ڪرمن جي ڪهڻي ڪهاڻي
هليا سين سفر تي ڇڏي شادمانو

ٽُٽل ساز - دل مان اَڃن ڀي سرا سُر
هليو اڄ حياتيءَ جو پويون ترانو

ڪتا پر پکيءَ جا اُڏامڻ لاءِ عاجز
اُجڙ ٿي ويو آس جو آشيانو

ڪندو ختم ٿيو اڄ بقايا نه باقي
بڻائي بگاڙيو قضا ڪارخانو

گذر ٿيا حياتيءَ جا سڀ روز راتيون
ٻچي ڪاڻ پاڇي ڪٺو سڀ خزانو

سمر سڀ سفر جو پڄو سين ٻُهاري
نماشام ويلي ڇڏيو شاميانو

هليا سين ڇڏي ساز سامان سڀ هت
ڪنيون ٻت جو ٻاقي پُنو باردانو

سڄاڻو سين سنسار سڪرات ويلي
فنا هو زمانو بقا هو بهانو

## ڪشمير

هي خواب هو ڪو خوشنما يا ڪو خيال هو خوشترين
يا ياڳ ٺئي پلجي ٻڌايو باغ -- دنيا بهترين

ڪنهن ساز جو آواز هو يا ڪو روحاني راز هو
يا شيام مستيءَ ۾ اچي مدوبن ۾ ڇيڙي مڌر بين

هن باغ -- جنت کي ٻڌايو ديوتائن ڏيان سان
جنهن کي اسين پلجي سڏيون باغ - نسيم، باغ - لغين

تون ڪنهن سبب ڪشمير کي دنيا جو سمجهين ديس تو
هن سبز ساڙهيءَ سان ڍڪيل آهي پري ڪائي حسين

جت آبشارن مان هلي هر ويل ٿو آب - حيات
قل قول ۾ شهد ۽ شڪر ۽ آب ۾ آ انگبين

ڪا آ ڪرامت آب ۾ جنهن داغ سڀ ڌوئي ڇڏيا
هن باغ ڏسندي باغبان جو نام ٿيو دل ۾ نشين

ڪائي گگن تان هڪ گڏي آئي اُڏامي پون ۾ تي
ڪيڏي نه آهي نازنين ڪيڏي نه آ اپسر حسين

آ سبز آڪاسي ٽڪر يا سرڳ جو ڪو پرڳٽو
ڪنهن آ چِٽي نقشي اندر ڪشمير جي هيءَ سرزمين

سي روح جن ڪي سار بعضي ٿــي رهي سنسار جـي
ڪي جاءِ جوڙن سرڳ ۾ ڪي آستان هت ٿـــا اَڏين

ٿو تو اڳيان شاعر نمي تنهنجا قدم نازڪ چمي
توکي پسڻ سان اي پري ويندو رهيو ايمان دِيـن

کهاڻي ٻڌايان ڪريان ٿو خطا
ڪري ڪيئن جنت جي شاعر ڪٿا
نه منهنجا اکر هي نه منهنجي رٿا
خداوند قلم کي عطا ڪر سٿا
ڪوي خيال کي پوش پائي سگهي
سفر ٿئي سڦل، جي سٺائي سگهي

( ٢ )

ڪنن راهه تان ٿو قلم اڄ هلي
عجب راز فردوس جو ٿو سلي
چوي دل اڳي وَڌُ مگر من پلي
قلم کي هلڻ کان عقل ٿو جهلي
مگر دل وساري ٻُڌي ٿي ڳڌي
وڃي سڌ فقط بيسڌي ٿي وڌي

( ٣ )

نہ لفظن جو ترتيب وارو جڙاءُ
نہ بيڪار مَن جو بڻايل بڻاءُ
نہ وهلوُر دل جو هي آهي وڏاءُ
نہ خيالن اُتاريو اَجايو اُٺاءُ
رهي هن زمين تي بہ فردوس تو
پهاڙن کي ساڻو ڍڪي پوش تو

( ٤ )

ڪنهن ڪار لاشڪ، مگر ڪارساز!
تون آسان مشڪل ڪري ڪر سرفراز
ڪري التجا تو اڳيان تو اياز
عطا ڪر قلم کي ڪلا ٻي انداز
امنگن مان اُلساهہ پائي سگهان
ڏڙڪ پنهنجي دل جي سڻائي سگهان

( ٥ )

ڪويسر ڪئين گيت ويا اڳ لکي
ڏٺي جن کي ساڃاهہ سائينءَ ڏکي
رهن جت جٽي ۽ مُني ۽ رِکي
منجهيل مَن نہ تن کان سگهيو ڪجهہ سکي
اچي نيٺ سائينءَ سهارو ڏنو
قلم کي وڏو لاءِ اشارو ڏنو

( ٦ )

ٻريا آڳ جا اٹميا تي انبار
هوائن ۾ ڀڄريا تي اٹلڪت انگار
ڪريا اُپ مان تي آڳ جا آبشار
اونهاري جي آڪڙ سان توبهه هزار
سڪو ساهه تي ۽ جليو جسم ٿي
بدن باهه ۾ جٹڪي ٿيو ڀسم ٿي

( ٧ )

ڪڙي تي قيامت جليو تي جهان
ٻريا تي هماندم زمين آسمان
سڙيون تي گهڙيون يا سمورو زمان
ڪٿي آگ دوزخ فلڪ مان فشان
نه وٹڪار ڪت يا ذري چانوَ جي
۽ آڙهڙ ۾ ڪٿي تي اڪ ڪانوَ جي

( ٨ )

ذرا سج چڙهڻ لي تي ڌرتي تتي
اُلت هئي اَسه ۽ لپت هئي آلي
اونهاري جي اُس ۾ مصيبت متي
هوا دس اُڏائي ڪٿي درگتي
اُٿيا هر جڳهه آڳ جا تي اُلا
سڙيا سبز ڪيئن اندر سڀ سلا

( ٩ )

چيم آگہ هن مان پڇي ٿو وڃان
وڃي بند آتش جا ٻرندڙ پڇان
مگر من چوي مان نہ ماڳهين مڃان
هلي ڪشمڪش تي اندر ۾ اڃان
اُتي ڪنهن سياڻي ڏني هيءَ صلاح
تي پاڻيءَ ۾ ٻيڙي هلي بي ملاح

( ١٠ )

ڪڇيءَ لنب ۾ رات ساري ڪٽي
اَسر جو وڃي اوچتو اڪ پٽي
چيو ڪنهن مصيبت نہ تنهنجي گهٽي
تہ وچ تون مصيبت ڪان خود ئي هٽي
ٻڄهائڻ جي مشڪل ٻٽيو آڳ ڪي
تہ وچ مُورڳوئي مٽي ماڳہ ڪي

( ١١ )

چيو ارڏانگنيءَ پيلارا پتار!
اڪين ۾ اَٿوَ اڄ نرالي نهار
منجهن ڪنهن انوکيءَ خوشيءَ جا خمار
ڇا دل ۾ اَٿوَ ڪو ڦٽو نؤبهار؟
اَٿوَ ڪنهن هنڌان ڪو خزانو مليو؟
يا ڪوئي خوشيءَ جو بهانو مليو؟

( ١٢ )

عجب معاملو، هئي عجب ماجرا
ڏسي ڪين ڇو جوءِ ڏانهن پڻ ذرا
ڪري ڪين گهر ۾ ذرا چون چرا
ڪائي رونٿي، ڏنئه اُپسرا؟
جو واعدا سمورا وساري ڇڏيو
ڪيل قول پُورا وساري ڇڏيو

( ١٣ )

ڪَپائي خيالن ڪي خفقان تو
۽ جهنجهلائي ڪو جيءَ کي طوفان تو
سهيڙيان سفر لاءِ سامان تو
رهان خوض ان ۾ ئي غلطان تو
هتي هڪ گهڙي ئي گذارڻ محال
مٺي ڪر هينئر ٻڌني منهنجي بحال

( ١٤ )

سڄي عمر گڏجي ڪيوسين گذر
ملائي قدم سان قدم همسفر
رهيون صحبتون ساڻ شام و سحر
سٺا ناز مون تنهنجا سڀ نازور
ڪڏهن ئي سگهي اَڌ نه اَڌ کان جدا
نٻل ۽ نڌر ناوَ جا ناخدا!

( ١٥ )

اڪيلو سفر آ اڏورو سفر
اي همدم اي همراز اي همسفر
ڪٽڻ ساڻ سائٽ، سياڳ، سگهڙ
ڏکيءَ ۾ سکيءَ ۾ ڪندس گڏ گذر
مٺا منٿ مڃ هٿ ڇڏي ڪين وڃ
ڪيئن قول جي پيار جا ڪين ٻيج

( ١٦ )

مدد ڪر خداوند مدد ڪر خدا
تون رهبر، تون راکو، تون ئي ناخدا
اڪيلو وڃان ڪٿ ڪري الوداع
ڪريان پاڻ کان همسفر ڪيئن جدا
پڪو پاڻ لئه مون ۾ وشواس ڪر
سندم سڀ ئي ڪارج اڇي راس ڪر

( ١٧ )

ٽيو پيدا ڪٿي آس جو ترورو
نظر آيو اوندهه ۾ ڪجهه سوجهرو
الک جو رکيو دل اندر آسرو
ته ٿي پيو سٺائو مدجهيل مامرو
ڪري ٿو مدد نيت پرورگار
ارادو اٽل ٿي ته بيڙو ٿئي پار

( ١٨ )

هلي ڪار وحدت جي واديءَ منجهان
اُڏامي تي آزخود مٿي عرش ڏان
مسافر! نہ ممڪن سفر هن سمان
هليش تي هوا جي هندورن مٿان
ڏٺو نيت جيڪو هو اڳ مون ٻڌو
ڪنهن آنند ۾ مگن تي ويو رِدو

( ١٩ )

پَريزاد ڪي تي پراپت پري
اَورچائي آخر پري تي پري
وڌائي تو جوتي ڏيٺو خود پري
امر نيت ٻڌجي منش خود مري
ڪنن راهہ کان جو ڪنارو ڪري
ڪداچت لہ سو سرڳ ۾ تو گهري

( ٢٠ )

وهي هڪ طرف کان تي نيڏڙي ندي
تي پٿر ٿان ڏارا وڻي ٽڪندي
ٻَڌي ڇير پيرن ۾ ڇم ڇم ڪندي
ڏئي ٺهڪ تي ٺهڪ ٺهہ ٺهہ ڪندي
نچيا بدبدا تي اچي ٻوڊ ۾
ڪرشما نديءَ جي هئا گود ۾

( ٢١ )

هتا ٻئي طرف برف جا کي پهاڙ
سلاميءَ لءِ سڀئين هتا سبز جهاڙ
ڪئي پاسباني ٿي هر سنگ خار
وهيا ٿي پهاڙن منجهان آبشار
اَنوکو صبح هت انوکي هئي شام
هتي هن زمين تي ڏنم سرگدام

( ٢٢ )

کهاڻي سڻو ءِ ٻڌو هيءُ قصو
وساري ڇمڻ مرڻ جو وسوسو
سڻايان حقيقت جو ٿورو حصو
نه دنيا کي ايندو ٻيهر ڀروسو
ڀٽو جي ٻڌم گيت پاشا عجيب
ڏٺم آب ۾ کي تماشا عجيب

( ٢٣ )

نديءَ جو نيڻ، راڳ راحت ڀريو
ٻڌڻ بعد پڻ دل اندر مون ڌريو
ستارن سان جهرڻو ٿي جهرمر ٻريو
ڏٺل نقش نيڻن اندر ٿي ترپو
ڦڙو آب جو هو ڪ آب ـ حيات
ملي هت ٿي آواگمن کان نجات

( ٢٤ )

ڪو ڳُونجيو نديءَ جي اندر ساز تي
سليو ساز راحت سندو راز تي
ڪيو جو مٿان هنس پرواز تي
سريلو ڪيو آب آواز تي
هي آنند دائڪ مڌر گيت هو
ڪوئي ديوتائن جو سنگيت هو

( ٢٥ )

ٻڌي ۽ ڏسي دل نچڻ تي لڳي
اُتي ئي بدن مان اُٿي تي ٻڳي
وڃي ان الوڪ نديءَ سان لڳي
اجر ۽ امر جت تي جوتي جڳي
رهي سڌ نه ڪا سرت سنسار جي
هٿي نگري هيءَ سونهن ۽ پيار جي

( ٢٦ )

ڪناري تي سرسبز آبادگي
۽ آبادگارن لاءِ آزادگي
نراشا، ندامت نه ناراضگي
ڪلي خوب ڪيئن ۾ تي تازگي
ڪيو پورڻ پيڄو سويڪار تي
مليو آب جنهن کي اڪيچار تي

( ٢٧ )

وڇايل ڏنم سبز مخمل جا ٿان
زمرد زعفران ۽ ٽڙيل ڦوُلدان
خوشيءَ مان ڏنا ٽهڪ ٿي آسمان
ڪيو ڪير ساگر ۾ ڌرتيءَ سمان
ٿي جنت جي واديءَ ۾ گل ڦل ٽڙيا
ڀِريا ڀنور جن تي ۽ پوپٽ مڙيا

( ٢٨ )

مڃاٽا ندي سرڳ جي ناچڻي
پري روءِ پيڪر پسيم پدمڻي
منسي موهڻي هٽي ڪنول - ڪامڻي
تکي ترڪندي ٽسي وَٽي ٽوڪڻي
نچي جڻ سيا ۾ ٿي نازڪ - بدن
سندس سونهن ٻهڪايو باغ - عدن

( ٢٩ )

پدل ڪنهنجي نيڻن مان آنسوُ وهن
۽ سڏڪي سان گڏ نير ڏارون لهن
يا ڪنهن سوُر مان ٿيون صدائون نهن
۽ لهرن سانِ گڏ هي نهن ۽ ڊهن
ڀلا ڪير پُرجهي اکر آب جا
لِکن بدبدا ٻاڳـ جا باب ٿا

( ٣٠ )

هتي آب جو گوڙ ۽ شور هو
زبردست ڇولين اندر زور هو
هتي زندگيءَ جو ڪڙو ڇور هو
انڌارو گھٽائن جو گھنگھور هو
نديءَ واسع ڦاڙي وڏا واجھ ٿي
مسافر مٿان رب سندي ٻاجھ ٿي

( ٣١ )

هليو بي دليو ڪم- قوت قافلو
غضب جو هيو واءُ ۾ ولولو
ڏڪيو ڏيل تي جسم ٿي ويو ٻلو
هيو هر طرف ڪال وارو قلعو
وئي دل ڏڪاون سبب ڍلجي
وئي منهن مٿان موڙني ڇانئجي

( ٣٢ )

ڏنــم هرطرف آب اوڀهون اَجهاڳ
نہ جنهن جي پڇاڙي نہ جنهن جو مهاڳ
ڪڙو ٻئي طرف ڪان ندورو نياڳ
ٻوانيءَ جي ٻيڙ ۾ ستمگر سهاڳ
اُتي هڪڙو خوفائتو خال هو
۽ هوڏانهن ڇنڊو ٻيٺو چنڊال هو

( ٣٣ )

هِي دوزخ جي دربار جو دوُت هو
جهنم جو پٽڪيل پڳل پوُت هو
ڪو اجگر هيو يا ڪو اؤدوُت هو
سندس جسم جالنو ۽ مضبوُط هو
پٿر سان ٽڪرو ته پرزا ٿيو
ڪِري خال ۾ موُت کي پاتيو

( ٣٤ )

اَچانڪ ڪٽي هٿ، همت کي جهلي
حياتيءَ جي ڏر کي ڏسڻ کان پلي
ڏنم، چا ڏسان، ڪم ـ قوُت قافلي
متان پاڻ پربت تو وينو ڪلي
چيائين "مان رکپال آهيان سنڌ ۽
نه ڏڪ مون کان مان ڪال ناهيان سنڌ ۽"

( ٣٥ )

نظارو هيو هرطرف بينظير
پهاڙن جي چوٽين تي هاوِيل هو ڪير
سَروور ۾ سيتل ۽ نرمل هو نير
پيئڻ سان نريو من سبر ٿيو سرير
هِي جهرڻن ۾ جل هو ڪ شربت هيو
ڪِريو شِو جٽائن مان امرت هيو

( ٣٦ )

پهاڙي ٻـــريون سبز ڀهراڻ ۾
کيائون کلي کيل ٽي پاڻ ۾
ٽي ٽڙڪيون هوائن جي سرهاڻ ۾
۽ سرهاڻ ٻيهي ڪڻـــي ٻراڻ ۾
چا معصوم ۽ ڀوليون ڀاليون هيون
هـــي ڏاريون ٻين کان نراليون هيون

( ٣٧ )

دغـا، دوش وارو وساري جهان
اڏاڻو ٽـــي وايوءَ ۾ نيڏڙو ومان
اچـــي ويـو ٻنهه ونجهڙو آسمان
نـہ ڏرتيءَ جـــو آيو نظر ڪو نشان
ڪيا سڻر ٽـــي خُوب ڪشمير ۾
۽ آپ لي اڏاڻس چڙهي هِير تـــي

( ٣٨ )

ٻدن ٽي چُريو ڀَـــرجهلي کان سوا
ڪـــڙا خيال جا ٽيا سٽل ناڪـوا
دنگيءَ کي هلايو هٽن سان هوا
ٻٽيا پـــر پڪا پک ٻنهه ٻي ڀوا
امنگن جـــي درياه ۾ آيريو ترنـگ
خوشيءَ ۾ اچي ٽي نچيو انـگ انگ

( ۳۹ )

اکــر سـي اُڏاڻا، زبان بي زبان
اِشارن ڪيو هــر امنگ کـــي عيـان
پـلائي چـڏيم درد جـــو داستان
نہ عيبن جو اوُندو اڏيل آستان
وڳو تـي رڳن جو سريلو رباب
هي ڪشمير هو هڪ حقيقت ڪ خواب؟

( ۴۰ )

فنا سوت ساڃهہ، ٻڏي وئي ٻُــڌي
ٻيائي سان گڏ ختم ٿي وئي خودي
فنا شرڪ ٿيو شاهہ آندي شڌي
عقل جي ڏسيل راهہ اڳ اٽسڌي
ڪٿي پڌ ستنيا، ختم ٿـــي ويو جهاد
سندم دل جهليو انت ۾ اعتقاد

( ۴۱ )

ڏنو هر جڳهہ واند ٿي ڪاند ڪـــي
ڏنو پاڻ ٿـي پاڻ کي پاند ۾
ڪٿي آتما 'اصل' سان راند ٿي
جهلي بيني پاڪر ۾ برهمانڊ کي
مليو اڌ حصي سان وڇـــي اَڌ حصو
سماپت ٿـــيو نيٺ سارو قصو

( ٤٢ )

هيا هر طرف برف ڇانيل پهاڙ
۽ پوري وٺيءَ ٿي صنوبر جا جهاڙ
ڪٿي سونهن جي آڏو قدرت اُگهاڙ
ڪليا ديد ڪاڻ ڪوڙين ڪواڙ
درختن ۾ لٽڪيا ٿي آڙوُ اَنار
۽ جهرڻن ۾ هنسن جي اُجلي قطار

## وحدت جي وادي

( ٤٣ )

ڏٺا ڏيهه ڪيئي مون عاليِ عظيم
نزاڪت جون نگريون، قلعا پڻ قديم
معطّر هوا ۽ نشيلي نسيم
ڏٺم سونهن سهڻان صورت سليم
هتا شاهه - دل ۾ هي ماڻهو غريب
هتا ڪيڏو قدرت ۽ رب جي قريب

( ٤٤ )

ڏسي هوند ڪو ملڪ ڪشمير ڪي
وڃي ڏيهه پرڏيهه سي سير ۾
ٿي حاصل نه ترتيب تدبير ڪي
۽ طاقت نه تحرير تقرير ڪي
نه ڪشمير جهڙو ڪٿي ديس ٻيو
ولائت ۾ اهڙو نه آ شهر ڪو

( ۴۵ )

پهاڙن تي ڪڪرن جي ڇايا ڏٺم
درختن جا جهرُٽن ۾ سايا ڏٺم
سرشٽيء جي خوشرنگ ڪايا ڏٺم
اُپيديء جي هي اَنت مايا ڏٺم
هي ڌرتيء تي قدرت جو نقش ونگار
اکيون سي ڏسي پيو نه ڪن اعتبار

( ۴۶ )

ندين ۾ وهي هت شهد شير ٿو
ملي آب عيوض هتي کير ٿو
پهاڙن مان نرمل وهي نير ٿو
ڇٽي سرڳ جي صاف تصوير ٿو
هتي ديويون ديوتائون ڏٺم
هتي سرڳ جون اپسرائون ڏٺم

( ۴۷ )

رهن هت ملائڪ سدا آب تي
گذارن متان آب ناياب تي
بتيلن ۽ بيڙين ۽ غوراب تي
اکيون اڌ کليل جڻ هُجن خواب ۾
شڪارن اندر ويهي ڪن شغل پيا
ڪي ڏيهي ڪي پرڏيهي ڪن شغل پيا

( ۴۸ )

اچــي آب - گهر ۾ ڪيم آستان
پرندي جو پاڻيءَ تي جڻ هو مڪان
اُڏايم اچــي آب تـــي آشيان
هـو هر سوءِ همدرد همسايگان
ڪيون خوب ڳالهيون تـــي گهراڻ سان
ڏيکيم روح پاڻيءَ جـــي پهراڻ سان

( ۴۹ )

هئا ماڻهو منڙا ۽ دل جا نفيس
پـريل پرت واري بـدن تـــي خميس
۽ سادا سدا ۽ سباجها سليس
قناعت جا قائل، نہ حاصد حريص
غريبي گذر ۾ بہ راضي رهـــن
هتي صبر سان سڀ ستم پـيـا سهن

( ۵۰ )

ڇڏي هڪ لڳا خوش طبع خوابگاهہ
۽ آرام وارو هـــي آرام - گاهہ
سرورڙ کي جاچيم ڪٽـي هڪ نـگاهہ
هيو پنـڌ جـــو روح گهرو اُتاهہ
ڪپر تي وڻن ۾ لـڳي واچ ٿي
پسن پائي پايل ڪيا نـــاچ ٿي

( ٥١ )

ڪو آلش جو قطرو ذرا اڳـــ چڙيو
۽ آهستہ پاڻيءَ اندر ٿي گهريو
قدم خوشخياليءَ ٿي اڳتي ڌريو
پنيان ٿـــي سواليءَ جان پاڻي ڦريو
ٻـري شمع ٿي آب جـــي پوش ۾
جلي جوت جهيلم جي آغوش ۾

( ٥٢ )

ڏٺم جلپرين جو پريان جهرمٽو
ڪنيون هڪ پريءَ منهن مٿي جڻ منو
اکين اڻ ڏٺل اَجنبيءَ ڪي ڏٺو
امنگـن ڇٽيو چاه مان هڪ ڇنو
هيءَ پنهنجن کان پنهنجي ٿي ڌاري لـڳي
انـدر آتما ۾ ٿي ويڙا وڳـــي

( ٥٣ )

اکين ساڻ اکـڙيون اسان جون مليون
اکيون پڻ مليون ۽ مليون پڻ دليون
رليون پاڻ ۾ خـــوب گڏجي ڪليون
دلين منجھ ڪُوڪڻ لڳيون ڪوئليون
نـگاهن جي ٻولي پروُڙي نـگاهہ
نـگاهن مان نڪتي محبت جي راهہ

( ٥٤ )

هئي هوءَ ۽ چپ مان ۽ هس بي زبان
اکين حال - عبرت ڪيو
ڪيو دل جي ڌڙڪن تي دل جو بيان
مڙئي راز سمجهيا تـي دل رازدان
هي پـڻ اجنبين جـو مڏر ميل هو
عجب حسن ۽ عشق جـو کيل هـو

( ٥٥ )

وئـي جاڳندي رات ساري ڪُٽي
ٽٽا خيال جيئن ٽـي اَنداري ٽٽي
هيئڙو قيدخاني مان قيدڻ ڇٽي
پڇي پيچ ۽ پـره آخـر ڦٽي
ڪني سج ڪڍي پائي کهنبو وڳو
پکي پـر پکيڙي اُڏامـڻ لڳو

( ٥٦ )

ڪنهن سڙهه سفر جا ، ڏنگي دربدر
مليو رهگذر ڪـي امير - ال - قدر
ڪناري تي هر جاءِ ناريون سدر
۽ هر گهاٽ تي هو ڪڙو آب - گهر
۽ گهر گهر ۾ ڪشمير جي هڪ ڪلي
ئـي هرهڪ ڪليءَ ۾ جواني پلي

( ٥٧ )

أتي جل - پرين سان پرِيل گهاٽ هئا
۽ ڏاڪن تي ڇهه ڇهه ۽ ڇمڪاٽ هئا
ڪٿي ناز نخرا ڪٿي ناٽ هئا
أتي جوش جا جل ۾ جهمڪاٽ هئا
محبت جي پُر ۾ جواني هئي
ترنگن ۾ نغمہ - رواني هئي

( ٥٨ )

اڳيان آب گهر جي هو باغ - چنار
ڪپر تي درختن جي سهڻي قطار
وڄائي ٿي جهرڻن سريلي ستار
ڪيو دل ٿي محسوس آنند اَپار
هي باغ - چنار آهه رمڻيڪ جاء
اچن هت ٿا انسان آنند لاء

( ٥٩ )

گهڙيس ڪنهن گهڙيءَ نيت ڏل گيت مان
هليو آب - گهر آب جي پيت مان
ڪري حال حسرت سندو پيت مان
رُسيس جهيل - جنت مثان نيت مان
ڪرامت جو ظاهر عجب هو ڪمال
نہ هو ڪنهن سبب آب هت همخيال

( ٦٠ )

عجب هڪ ٽَرو ٻر نہ ساڳيو سٿ
ڪيو هڪ حصي ٻئي حصي کي قطع
ٿي فاتح ڪيو خود کي ئي خود فتح
ڪري ساٿ ڏيندڙ کي ساٿي ذِبح
نہ ثاني شريڪن جيان سي رليا
نہ سرڪر جي لهرن جا سُر ٿي مليا

( ٦١ )

ڪٿين آب ـ گهر ٿي ترِيا آب تي
شڪارا ۽ ڪشتيون ۽ غوراب ڪي
هي ننڊاکٽا جڻ ڦِريا خواب تي
ستارن جا سايا پيا آب تي
سڄڻ ڪان سوا ڪنهن نہ ڪم جو نماءُ
لڳو بي جسو بي چسو ٿي لقاءُ

( ٦٢ )

اَچانڪ ڪنارن جي ڪاراڻ مان
اُنڌاهيءَ جي مانيٽي مهراڻ مان
۽ جر جي گهنيريءَ گهراڻ مان
هوا مان ڪ ڇولين جي ڇڪتاڻ مان
يا نڪتا ٿي خود پنهنجي دل مان هي گيت
حياتيءَ جي جن ۾ هئي هار جيت

( ٦٣ )

صدين جي سنل ياد ساري وري
گهڙي پلڪ ماضيءَ ۾ گهاري وري
ٽيو نير نيڻن مان جاري وري
وساريل گهڙي اڄ سنياري وري
اُهي پيار واريون اَمولڪ گهڙيون
اکين ساڻ اکڙيون اَمالڪ اَڙيون

( ٦٤ )

مني تون ڪٿي چو بتائين نہ ٿي
يلا نينهن چا لءِ نيائين نہ ٿي
اچي اڄ اَزلي بجهائين نہ ٿي
تون ويران دل کي وسائين نہ ٿي
بڌي جڙ چيو ٿي اَباليءَ ڪنيا
نہ جاتو هئا عهد سڀ اَن - مَنيا

( ٦٥ )

مني ميل، نہ هاڻي گهڙي ڏار ڪر
برهہ ۾ اسان کي نہ بيزار ڪر
آ درياهہ داخل دنگي پار ڪر
سعدم سادي دل هيءَ سويڪار ڪر
اُڦت ماري چڏيا نہ ڪر درد دوُر
يڳل دل اچي ڳنڍيا ڪر چوُر چوُر

( ٦٦ )

ڏٺم جهيل - جنت جي ڪنڌي مٿان
ڪنيان سر پهاڙن هيٺان ۽ هيٺان
وهي صاف چشمن منجهان جل جتان
اچي دل دڪايل جي ڌڙڪن اتان
ڪپر جي مٿان لام سَرَ جا نميا
ٿي پرگهٽ اُتي هڪ پهاڙي ڪنيا

( ٦٧ )

هي سپنو ڪ ساپيا مچي دل نہ ٿي
هئي ناز هيءَ ريک يا نُور جي
يا سورج ڪان آيل چنايل رتي
يا آڪاس ڪان آئي ڪنجي ڪتي
او سپنن جي راڻي نہ روُپوش رهه
ٻہ ڳالهيون نہ ڪر هيئن نہ خاموش رهه

( ٦٨ )

پهاڙن جهليو جهول ۾ ترورو
يا پربت مٿان ڪوئي تارو ڪريو
يا ڪنهن سونهن - ساگر منجهان سوجهرو
ڪوئي آيو لهرن مٿان ترڪندو
لهي آيو ڌرتيءَ مٿان يا ڏرو
هئي سونهن هيءَ عرش جي آبرو

( ٦٩ )

کنيون دل خوشيءَ مان قدم تي قدم
اَچانڪ ڪٽي دانهن سهٽي صنم
صدين جا الا! سوُر ساڻيا اٿم
مڙئي درد دنيا جو رنج و الم
سمايل هيو درد دانهنُ اندر
سميٽي ڇڏيم سونهن بانهنُ اندر

( ٧٠ )

پرين او پرين تي پڪاريو پڪن
پرين او پرين نيو ڏارون ڏنوَن
پرين او پرين سڀ پرين تا ڇون
هي جڳتر سڄو پريم جو آ پوَن
پرينءَ جون سنيارون رڳن ۾ رهن
پرينءَ جا سيبٽي پيا سپنا لهن

( ٧١ )

لڪن نيٽون مان رنو آسمان
ٻڏو سرد ڳوڙهن ۾ سارو جهان
هيو هرطرف پيار جو داستان
کيو تي بيان پيار جو هر زبان
سرشٽي سڄي هڪ صنم خانو هو
هتي حسن جو هرڪو ديوانو هو

( ٧٢ )

سنڀالي تو هر وقت سارو جهان
گذاري سدا سرت ۾ ساوڏان
پهاڙن جون چوٽيون چمي آسمان
ڪري پاسباني سدا پاسبان
بلنديءَ سان هردم ڪري ٻرڪشي
بلنديءَ کان ساري بلندي کسي

( ٧٣ )

جڳن کان رهي جڳ اندر جاودان
هي جڳ آهه جيئڻ مٺن جو مڪان
پسي پاپ ۽ پڇ جو آستان
پڙهي سک ۽ ڏک درد جو داستان
پروڙي تو پاپي سچائي سچار
چڱا ۽ سنا ۽ مندا ۽ مڪار

( ٧٤ )

لکين جيڪو جاوا لکين ويا لڙهي
هزارين سپاهي صفن ۾ وڙهي
سڪي سيءَ ۾ ويا تپت ۾ ڪڙهي
اُڇا پر رهي پاڙ محڪم مڙهي
هوائن جي وچ ۾ ٿي ڪايا وسي
مگر سر سندس عرش سان ٿو گسي

( ٧٥ )

اونهارن سيارن لڳايا چڪر
ڏنا وقت وڻسوڙي ڪيئي وڪڙ
زماني ٻڌا انت جا ڪي ذڪر
سرشٽي ڏنا سوَ ڏُکر ۽ سُکر
گھڙيءَ مان ٻھر، ٻھر مان ٿيون صديون
ڦڙن مان نھر، نھر مان ٿيون نديون

( ٧٦ )

اُٿيا جنم سان سي سمھيا موت سان
ٻچن مان ٻڌا ٿيا لکين فوت ٿيا
ڪيئي ۾ ڪيئي ڪال جو قوت ٿيا
جزا جوت ۾ جذب ٿي جوت ٿيا
بغاوت ڪڪر سان ڪري برق ٿي
وجھي سونهن ۾ ٻر نہ ڪو فرق ٿي

( ٧٧ )

فنا بادشاھ ختم ٿيا خاندان
ٿيا ڪُل جا ڪل گم مڪان لامڪان
سگھا ٿيا اگھا، ٿيا سبر ناتوان
جي ناليريون نگريون نہ تن جو نشان
تکو وقت جو ڪيڏو آ وهڪرو
نہ پر تخت ۾ فرق آيو ذرو

( ٧٨ )

هـــي تـخــت ـ سليمانُ آ لازوال
ڏسي تخت جــو ڪوئي جلـوو جمال
ڏسي تخت جو ڪوئي جاهہ و جلال
هي ڪوه قاف قدرت جــو آهي ڪمال
هيِ جهڙ ڦــڙ جون جهڙپوُن سدائين سهي
هـــي تخت ـ سليمان سلامت رهـــي

( ٧٩ )

ڪويسر ڪئين گيت ويا اڳـــ لکي
ڏنـــي جن کي ساڄاهہ سائينءَ تکي
رهن هت جتي ۽ مٿي ۽ رکي
منجهيل من نہ تن کان سگهيو ڪجهہ سکي
هي شڪر آچارہ جــو آ آستان
محبت جو مندر آ هيِ عاليشان

باغ ـ نشاط

( ٨٠ )

هَڪالي هَليم آب تـــي آب ـ گهر
پلا ڪيئن لڙي پاڳ سان هڪ بشر
ڪري ڪاش قسمت دليون دربدر
وساري ڇڏي سوُر کـــي پـــر سفر
اڳوڻو سمو غم ! جـــو گذري ويو
اُهو دل تان دکہ سارو وسري ويو

( ٨١ )

وڃي مون ڏٺو نيٺ باغِ نشاط
درختن ۽ گل ڦل جي هر ذات پات
جا پاڻيءَ ۾ موجود هئي معدنيات
چٽا خوب چشمن مان آبِ حيات
ڪا قدرت ۾ اهڙي ڪرامت هئي
هتي سونهن هردم سلامت هئي

( ٨٢ )

گلن ڪنڌ جهڪائي ورايو سلام
سرورَ جي ڇولين تي ڳايو ڪلام
ٽڙي دل تي آيو سو گذريل اَيام
مغل بادشاهن جو جهونو نظام
مگر اڄ ڪٿي آهه شاهِ جهان
رهيو تن جو ناهي ڪو نام و نشان

( ٨٣ )

زماني ڪيو زير شاهِ زمان
زبون سلطنت ٿي فنا بندگان
نه جاهه و جلال ۽ نه نالو نشان
سدا آهه چڪّر ۾ هي آسمان
نه ڪجهه ڀرتيءَ تي رهي پائدار
رچيندڙ نه رچنا ڪري ٿي قرار

( ٨٤ )

کهاڻي آ حسرت ۽ ارمان جي
کهاڻي آ آنسن جي طوفان جي
کهاڻي ظلم، زور، زندان جي
عجائب ڪَتا آهه انسان جي
رڳيل چيز سالم ۽ ثابت رڻا
ختم پر رڳيندڙ جي ٿوري ڪتا

باغ - نيسم

( ٨٥ )

وسايم اچي نيت باغ - نيسم
اڳيان تي هليو آب عاليِ عظيم
پهاڙن جا ڪنگرا عجب ۽ قديم
۽ نقش - قدم هت ڇڏي ويو سليم
هتا هڪ طرف ديو - روُپي پهاڙ
اَنيڪ ها اَنارن جا سر سبز جهاڙ

( ٨٦ )

سرشٽي نہ سپنو، ٿي سايبا لڳي
نہ هيءُ ڪوُڙ، پاڪيز، متيا لڳي
ڪائي حسن جي حوُر دنيا لڳي
اَجر ۽ اَمر ان جي سوڀيا لڳي
آ ڪشمير قدرت جي ڀهڳڻ ڪنٺار
رڳيو ديوتائن اَچي هت دئار

( ٨٧ )

ڏسي سونهن دل عرش ڏي وٺي پڄي
خيالن جي خاصن پرن تي ڪڄي
ويو روح راول جي رنگ ۾ رڄي
پٺي سرڳ ٻڄي سرشٽي سڄي
ڪڏهن ڇير پائي هٽي ڇيڄ تي
ڪڏهن هت ڪڏهن هُت ڪري هيڄ تي

( ٨٨ )

ڪا ڪشمير ۾ ٿي ڪرامت رهي
مٿان ان جي قدرت جي برڪت رهي
سدا ديد جي لاء دعوت رهي
زمين جي مٿان جڙ ٿي جنت رهي
هي ڪشمير ڀارت جو هڪ انگ آ
جُڳان جڳ الهيء سان رهيو سنگ آ

# زندگيءَ موت جا راز

(١)

سنجها ويل ويٺي ڦوري رات ۾
ڏينا پڻ پرڻ جي هٿا تات ۾
ڪُـٺا خيال جنبش نہ جذبات ۾
نہ اُڪليو اکر ويو سڪي وات ۾
پکي ڪي اُڏيا ٿي اچا چوطرف
وطن ڏي وريا ٿي ملي صِف بصف

(٢)

ٿڪل من هيو چوُر تن هو تمام
زبـــان ۾ ٿي آنڪي پيو جڻ ڪلام
اُڪيلي صديون ۽ اُگهاڙي اَيام
سيان، ڪالهہ ۽ اَج ملي ٿيا مـــدام
ڪنئين شام هڪ درد واري نگاهہ
سميٽي سمو وڃي وَنـي پنهنجي راهہ

( ٣ )

هوا سست هُئي نه سردي سيات
جيءَ ۾ نه جر هُئي ڏيئي ۾ نه لاٽ
نه ڪي لاٽ لئي هُئا پتنگن جا ٽاٽ
اُڃايل زمين کي اُڃا هُئي اُساٽ
اُٿي ٻُوند پوءِ پوڻ پوندي ٿري
اڃا خشڪ ڪيئن ۾ ساوڪ ڳري

( ٤ )

ڪٽي پشپ ڪومل چمن ۾ ڪِريا
گلن جي مٽان خوب ڀونئرا ڀريا
ڪيئي خودغرض رس جا لوڀي ڦريا
مري ڀنور سان پشپ آخر هريا
فنا ڦُول ٿيو حرص نه ٻه حاضرين
اٿو سونهن جو سڀ لئي ٿي ٿو يقين

( ٥ )

آ جيسين گلن ۾ اڃا ڪو مناس
نه ڀنورا اُڏامي اچن آس پاس
ءَ جيسين نه ٿي آهه پُورڻ اُماس
چڪورا پيا چنڊ جي ڪن چڪاس
چڪوري جي چت ۾ وسي چاندني
سندس چاهه هي ٻيڃ جيسين ٻني

( ٦ )

هيئڙ رات جي روپ ۾ آئـــي شام
سهائيءَ سياهيءَ کــي آڇيو سلام
ڏنو اُن سمي ڪنهن اچڻ جو انجام
يـا اوُندهہ کان آخر وٺڻ اِنتقام
اُٿي سانت ـ ساگر اَندر لهر ڪا
اَچي گهر اگيان ٿي کـــڙي پهر ڪا

( ٧ )

لڳو در تي ڏمچر ۽ دک جي ڏچا
اکين ٽان ٽڪاوت جا پردا کڄيا
بـــڏي دانهن دردي ٿي هردا هڄيا
ڪِني موکلائي اکين مان لڄيا
هي ڪنهن دل دکايل جو ورلاپ هو
صدين جو هي سانڍيل ڪو سنتاپ هو

( ٨ )

وساريڻ چـــو ويسوُڙا پنهنجو عزيز
رهـي مرض ۾ مبتلا جو مريض
سخا اَٽمٽي لفظ جنهن جـا لذيذ
همت حوصلو هوش حيرت انگيز
اَلا! مرض ٿيو لاشفا لاعـلاج
پيري ڏو گناهن جي باقي خراج

( ٩ )

جڳائي وسارڻ نه ٻاڙيسري
جو ڪنهن ويل محلي جو هو چوڌري
ڪيائين ٽي سيني مان دم آخري
ٽيا سالت سر ۽ پڳي ٻسري
زماني سنايس جُهريس انگ انگ
اُجاڙيو سر ۽ ڪيت جو سنگ سنگ

( ١٠ )

او ساٿي نه هي آهه سهنجو سفر
جڳائي پلائڻ نه ڪو رهگذر
۽ ڪنهنجون چڱايون ڪرڻ درگذر
ٽي بيحد بحر مان هلي هر نهر
وني آب بيشڪ لڪين روُپ ٽو
رمي سرب روُپن ۾ تدروُپ ٽو

( ١١ )

پلا چو پلايو هي پنهنجو حصو
اوهان جي ڪهاڻي اوهان جو قصو
رهي جان ساڳي الڳ ٻر جسو
ڏسي پيروسي ۾ وڏي وسوسو
ڌري پير هڪ در اندر ٿي قضا
ڪري درد ٿو ٻر اثر جا ٻجا

( ١٢ )

ٻڌي دانهن هر دي ۾ هلچل متي
اڃا سا صدا دل وساري نہ ٿي
اُمالڪ اُٿيو درد دل ۾ اٿي
ڇڏي خود - خيالي اُچانڪ اٿي
اسان جي اڳــط پير آئي پــري
قدم ڪان قدم ڪي ڪري ٿي پري

( ١٣ )

ستــل هڪ عمارت جي ايوان ۾
ڏٺم اڄ - مثل جهوُر انسان ڪـــي
جهريل جيءَ ۾ جڪڙي رکيئين جان کي
اکين ۾ لڪائي ڪنهن اُرمان کي
سڪائي ٿو اڄ رنگ فقط اڄ سريو
قضا انگ انگ کي ڪري ٿي اُڌيو

( ١٤ )

ٻڌائي مرض سڀ کي موٽاج ٿو
ڪري هٿ نہ ڪو ڪام ۾ ڪاج ٿو
ڏکن جو ڏي بيمار کي ڏاج ٿو
ڪندن جـــو رکي سر مٿان تاج ٿو
ڏني حاضرين تـــي هـن ڪـــي دوا
اُلا جـاءِ جهوُني ڪري ٿـــي اِجها

( ١٥ )

اڪر ڪين اُڪليس هيو بي زبان
ڪري ڪيئن هي درد دل جو بيان
جهريل ۽ جهڄيل ۽ نبل ناتوان
هي بيمار بيوس هو مڙدي سمان
دکن جي ڪٿا درد جي وارتا
ٻڌائن ٻه تارا لڳاتار ٿا

( ١٦ )

ڏنم بستري تي سمهيل بيڪسي
ستل بي سگهائيءَ سان گڏ بيوسي
هيس نيڻ نيرس نه مک تي هسي
اُسي دنيا لڳس بيجسي بيڙسي
چيم اُف! پيلا هي نه اِنسان آهه
مجسم پيا دل جو ڪو اُرمان آهه

( ١٧ )

رئڻ دل لڳي سرد آهُون ڀري
اُگهو ڇا سگهي لاءِ سگهندو ڪري
پلا ڪيئن وڃايل سگهائي وري
هوُ بيمار عاجز اِجهو ٿو مري
هي گهر ڪين هو گويا شمشان هو
نه جيوت جو ظاهر ڪو ارڪان هو

(١٨)

ڏنم ناتوانيءَ جو دردي نماءُ
هيو هرڪو ڏسندڙ ٻنهي بي حياءُ
۽ المست عورت سان ششدر وياءُ
دليون ٻي صبر، ٻي دليو هو اُپاءُ
ختم پات پُوڄا، ٻڇيل پوڳ هو
ڪٿي زندگاني، رهيو روڳ هو

(١٩)

ڪنيون جڻ تي بيمار دم آخري
ڏٺل سُر تي لڪتا، پڳل ٻنسري
سندس سامهون جڻ يم جي صورت ڦري
ڪريس جاڻ ڪايا جهڪيس جهٽ سِري
ڪيو باغ ۾ جت گلن ڇهڻو
ڪيو اُت قضا اچ ڪنڊن کي ڪٺو

(٢٠)

جهريا زندگيءَ جا سمُورا جَهلا
سڳهائي سمهي ۽ اُڏاڻي ڪلا
اَلا مرض هي آهه ٻڙڙي بلا
هليو هڪ ٻه حيلو نه ڪنهنجو اَلا!
اُمالڪ اُٿيو شوڪ من ۾ اَٽي
ڏکٿي جي ڏسي دردشا دڙگٽي

( ٢١ )

ڏسي ڏوهه پنهنجا ڏکي دشت ٿو
ڪڪرمي ڪمن لءِ سهي ڪشت ٿو
سزا هت سهي پر ڇو ڏرمشت ٿو
ڪري ڪو ڪرم ڀاڳ ڪي ڀرشت ٿو
اِجهو ٿو ڪٽي روڳي ڀويون پساهه
سزا پائي ٿو ڪوئي جهوُنو گناهه

( ٢٢ )

ملي ڏنڊ ڪنهن ڪهڙي اپراڌ جو
ٻرو ڪم ڪري ڀُونگو برباد ٿو
ٻڌي ڪين ڏوهيءَ جو فرياد ڪو
ٿي داوَر جي درگاهه ۾ داد ٿو
قضا کهربا جو آ ڪرڙو ڪروڌ
ڪري ڪين واليءَ سان سگهبو وِروڌ

( ٢٣ )

قفس ۾ پيلا ڇو گذاري اَسير
ٻٽي ڪم- قوت ڏور ڪنهن پر زنجير
سنيهن سان آيو سفر جو سفير
ويو راهه پلجي مگر راهگير
رهي آس جو اَٽلڪو عڪس ڇو؟
ڪري موت جو ديوُ اڄ رقص ٿو

( ٢٤ )

تون بيمار شايد چوڻ ڪجهه گهري
چوي ڪيئن سندس چُونهن يي جي چري
بدن چوُر هنجو ٿو ڪرڪي ڪري
نه هنجو هلي هٿ نه سر ئي سري
اُڏاڻا اکر پر نه آواز هوس
ڪوئي درميان دل ۾ هڪ راز هوس

( ٢٥ )

ڪٽي هٿ سندس هٿ نه پر ٿو هلي
سندس پير ڪي ڪا ٻهر تي ٻلي
گلو چرخ سندس بيٺو ڪوئي جهلي
ٻڌي پر سگهي ڪجهه نه ڳُونگو سلي
ڏنگ ڪيس چالاء بدن دادگر
نه ڪوئي به عضوو رهيس ڪارگر

( ٢٦ )

نه آ جان ۾ جان بيزار من
۽ چمپ خشڪ بيڪار سارو بدن
دوا بي اثر ٿي ۽ بيسُود ڏن
هلي ڪنهن سبب ڪين ڪنهنجو جتن
نه ڪو ويج هي مرض جاڻي سگهيو
نه بيجان ۾ جان آڻي سگهيو

( ٢٧ )

ڪري بحث دنيا ۾ ڪيڏا زبان
مگر آنت ويلي ليپت ناتوان
اگر ڪين اُڪلي ڪري ڪين بيان
رهيو رازِ دل، دل جي ئي درميان
اڪين سان سڻاپون ئي ڳالهيون اُگهي
مگر گپت ڀاشا ڪو سمجهي سگهي

( ٢٨ )

هي ٻيڙو هڏن جو هو ڪنهن ويل وير
۽ جنگ و جدل ۾ بنهه بينظير
زماني زرهه ۾ وڏو چاڪ چير
قضا ڪشت ڏيئي لڳايس زنجير
هٿا ڪيت ساوا جي ڪلهه، اَج سڪا
سندس سوپ جا ڏينهن گذري چڪا

( ٢٩ )

ڏنل زندگانيءَ جو عرصو پنو
ڪٽا ختم ٿيا سپ ٻچيو بس ڪنو
قضا سپ چڪايو جو قادر ڏنو
چٽيون سپ ڇڳيون ۽ ڇيڙ ئي ڇنو
ڪِري ڪام ۽ بيم بارش پئي
پتيون ٿي پريون اُهڙي آندي لڳي

( ۳۰ )

ڏنـــم لاش جيڙو نـــہ مڙدو بصير
فقط جسم تي اِسم جي هڪ لڪير
بنسبت ٻٽيون فعل بيوس فقير
اَڪيارت صفت ۽ اَڌوُرو ضميـــر
نہ منجھ ’مان‘ فقط ’اون‘ ۽ ’هوُ‘ جي ڪتا
ٻٽي ٻي سبب وياڪرڻ جـــي رتا

( ۳۱ )

هي سنسار سارو آ فاني اَدا!
رهيو ڪجھ نہ نيبھ ڪڏهن آ سدا
اَچي راءِ گردشِ ۾ تي تو گدا
نفعا سڀ ڪُتا ڀو رهيا واعدا
هتي ڳـاهہ ۾ ٿي ڳهڻ آ لڪيل
۽ قسمت ۾ صدما سهڻ آ لڪيل

( ۳۲ )

يڳا سنج بيڪار ٿيو لنگ تنگ
ٽٽي تار تار چپ رهيو چنگ
جهليو مرض بيزار ٿيو انگ انگ
نہ دل ۾ اِڇا ۽ نہ مـــن ۾ اُمنگ
ٽڪو وڃ ۾ روجھ ڊوڙي ڊڪي
سندس ساهہ ويو اُڃ ۾ ٿــي سڪي

( ٣٣ )

ٻٽي ڪنهن ٻريوجن پـــلا هيءَ گهٽا
منش جا هيٺڙ روز واليون ڪٽا
حياتيءَ جا ٻيڙ ٽٽا ڪي ڏٽا
عزيزن ۽ يارن سان ناتا ڇٽا
نهاريائين چوڌر ڪٿي هڪ نگاهه
ڪنيان ٿـــي هڇيل هيانوَ پويان پساهه

( ٣٤ )

اَچانڪ ڪڪر اُڀ تـي آيا لـــڙي
ڪيا رعد رڙڪا ڳڙا پيا ڳڙي
لـڳي واءُ پيا ڏار وڻ جا ڏري
ڳريا ڳچ رهي بس هڏن جي ڍِري
بدن تي لڳو خاڪ جي ڍير جان
دبيل دانهن لڪـتي تي ڦُلهير مان

( ٣٥ )

مسافر رکيو ماڳ تي هڪ قدم
وڌي ٻيو قـدم ڪين ٿـــو بي رحم
اکين ٿـي پڪاريس "ستم ٿيو ستم"
اَچـي ڪر دکيءَ لـــي تون پنهنجو ڪرم
خـدا آنهن درمانُ تون درد جـــو
آن بـي آسرن جـــو تـــون ٿي آسرو

( ٣٦ )

سباجها سنڌ ۾ ڪارخانا عجيب
اچي ڪر حمايت ڏکئي سان حبيب
رهي ڪال ڪمزور جي ٿو قريب
ڇيالي نہ ڏيئي سگهي ٿو طبيب
نہ ڪو ويڄ ڪنهن کي جِئاري سگهي
اَلا ڇو نہ ٿو موت ماري سگهي!

( ٣٧ )

سڪو خون بيوس بدن بي بنياد
قفس ۾ ڪٽيو مرغ سارو ميِاد
اُڏي ڪيئن ڪنين لي نہ ڪو اعتقاد
ٻڌيو ڏيل سوُرن جي سڪٽي سماد
چڙهيو اسپ تي هُو سفر لاءِ سوار
عزرائيل اسپ واريو، ڇوڙي ناگوار

( ٣٨ )

اگهي گهر وڃايو مريِ لوڪ ۾
نڪاٽو نڪي هٿ، نہ پرلوڪ ۾
ملي ڪا جڳهہ ڪين ترلوڪ ۾
رهي درد گهيريل سدا شوڪ ۾
بنا وقت جالي بنا گهر رهي
سزا ڪنهن سبب ٿو اَياڳي سهي

( ۳۹ )

ڪندو آب ھي غرق غوراب ڪـــي
اچي ٿو نہ ڪو قياس ھن آب ڪي
نہ روڪي سگھي ڪير گرداب ڪـي
ٿو سامھون ڀسان موت جي خواب ڪي
ٻـــرڻ ۾ پَـــر اچـــا ڪين پھتو جھاز
ھو بيحد بحر ۽ سفر ھو دراز

( ۴۰ )

سھي ھڪ طرف آب انـــدر عذاب
اچن ٻئي طرف کان ڪنڌيءَ تـــان عتاب
ڪنڌيءَ تـــي رسڻ ۾ نـــہ ٿـيو ڪامياب
حياتيءَ جـو قائم ٿي ھو بس حُباب
جـھليو ڪين ٿـــي آب آغـــوش ۾
لکيل ڪشت قسمت جي ھـــو ڪوش ۾

( ۴۱ )

عزيزن ڪئي آخـــري الـــوداع
گھڙي اوت سان لھڻي ٿي ويا جدا
۽ يارن چيو "يار حافظ خدا"
اَگھي ڪي نھوڙي نِيون آپدا
ھتي ھيءَ گنبير گھِري گھڙي
ڳلن تان پيا گرم ڳوڙھا ڳڙي

( ٤٢ )

زماني اڳي ٿي ڏٺو انتقال
چون ”پيرسن ٿي ويو پائمال
فلاڻي جو پورو ڪمال و زوال
فلاڻو ڇڏي ويو فلاڻو عيال
فنا ۽ اُجڙ ۽ ويو ناس ٿي“
مٿس ساري دنيا ڪري قياس ٿي.

( ٤٣ )

ويو وسري ماضي نہ هٿ آيو حال
بقايا ۾ ٿورين گهڙين جو وبال
لُٽي فصل ويو ۽ ڇڏي ويو پلال
نہ ڪنهن کي ڇڏي ٿو هچارو هي ڪال
کهاڻي سماپت ۽ ٿيو پورو ڪتاب
وٺي موت ٿو زندگيءَ کان حساب

( ٤٤ )

ڪتي ڪنهن ڪتيندڙ اڳي ٿي ڪپاس
اُٺيون لوڪ جي لاءِ عمدو لباس
مساڻيءَ جي حيرت ڦري ٿيو حواس
سريکو آ جم دُوت لاءِ عام خاص
هجي رنگ ڪوئي هجي ڪوئي راءِ
ڪري کين ٿو موت ڪنهنجو رياءِ

( ۴۵ )

رهي تيارِ عرصي کان تنهنجي چتا
سڪي بندَ سالن کان ٿي ويا ٻنا
مساٽيءَ جا ٽوم ٿي نيٺو ڪتا
ڪڏهن ويس ڦهويندين کهنبي رٽا
سمي کان رهيو ڪال در تي ڪڙو
ڪڏهن هن ڪِواڙي جو ڪلندو ڪڙو

( ۴۶ )

رکي دل مٿان هٿ پڪاريم "ديال"
ڪڙو در تي هو ڪال جو ڪوٽوال
نه در تو پٽي دشت پر دٺارپال
ٿيو موت مشڪل جيئڻ ٿيو جنجال
اُٿڻ لاءِ عاجز هلڻ کان هلاڪ
پيو ٻيڪسيءَ جي سندس شڪل ساڪ

( ۴۷ )

اُيامن کان قائم عمارت ڪِري
ڇڳي ڇت پيو پٽ، ڀڳو در دري
۽ هر درز ديوار جي ٿي ٻُري
ڪٺي ساهه پويون هي ويندو مري
اِجهو روح ٿو جسم خالي ڇڏي
اِجهو ٿو اُڏامي، اجهو ٿو لڏي

( ٤٨ )

ٻه پٽ ساهميءَ جا ٻڌا ۽ ٽوڙيا
حسد حرص کان ٿي لٽا ۽ چڙهيا
ڦٽا پٽ، لٽي کاڄ، ڏاڍا جهڙيا
وساڻا اجهي جي ڏيئا ٿي پُريا
اُڏامڻ جي لاءِ ڪنب کوليا عقاب
وهيو سپ جي اکڙين مان جهر جهر ٿي آب

( ٤٩ )

سنڌس مَن منجهيو ٿي سنڌس دل ڏني
ڪنبيس لڳ سنڌس موهه ۽ اکه پڌي
سگهيو سنڀڙين سان نه ناتا ڇني
ڀلا ڪيئن سپاهي ڇڏي ڇانوڻي
نه دنيا جا سنڀڙ سَهنجا ٿين
نه ڪي خيال خفتان جڳ جا ڪٿن

( ٥٠ )

ڇڏڻ هي ڏنل ڏيهه ڏاڍو ڏکيو
ڇکيو هو نه پُورو زبان ذائقو
گذاريائين پنهنجن سان گڏ جو سمو
سنڌس نيڻن جي اڳيان ٿي ڦريو
ڏنئين آلت ويلي آڌاهي آٿاهه
ڪري تيار ٻيٺو هو ٻيڙو ملاح

( ٥١ )

پري کان ٿي هن پنهنجا پيارا ٽڪيا
اکين لڙڪ ڳاڙڙ اِشارا ٽڪيا
أنڌاهيءَ ۾ ڌنڌلا ڪنارا ٽڪيا
ٻُڏڻ کان بچڻ لاءِ سهارا ٽڪيا
ڪيائين رهڻ لاءِ آچا چاهه ٿي
ٻريس ڪا اَندر ۾ آچا باهه ٿي

( ٥٢ )

ڦريس ٿي اکين جي اڳيان زال ٻار
سنيارياڻين سائي ڪَيئين ياد يار
مٺن مائٽن جي ٿي آيس سنڀار
پلا ڪيئن پُلائي پلا ڦربدار
منا پنهنجا مارون وسارڻ ڏکيا
سوا ٽن جي ڏينهڙا گذارڻ ڏکيا

( ٥٣ )

پٽن ۽ ڌيئن جو مليو ڪيس پيار
۽ پتنيءَ جو هردم رهيس انتظار
ڪيائين مٽي جيئن اکيون آبدار
ڪري پيس ٻه ٽي لڙڪ بي اختيار
مرڻ بعد ٻيهر ملڻ ٿي محال
وڃڻ سان ڪري ڪين ٿيندس وصال

( ۵۴ )

ڏسي اَرڏ - اَنگيءَ جون آليون اکيون
ڇوي هي رُڻ ڪنهن طريقي سکيون
اکين ۾ اُميدون جي ساڻيءَ رکيون
اُجڙ ٿي ويون ڪي رهيون اَٽڪيون
مرڻ بعد هي روح خالي هوا
نه رهندو هتي ڪجهه به رَکَ کان سوا

( ۵۵ )

ڇڏي تو وڃان پنهنجي عورت اَڏين
ڪيا عمر ڀر ناز جنهن نازنين
جوانيءَ ۾ هردم هئي جا حسين
ٻڍاپي ۾ همدرد ۽ همنشين
ڀڃان ڪيئن ڪيل عهد الفت سندا
نه ممڪن 'مثل' قول پورا ڪندا

( ۵٦ )

ٻوي ياد تو پيار پرِوار جو
ڪُٿي خيال تو ڪين گهر ٻار جو
مليو سي وِڏان پيار اُي پيار هو
ڇڏڻ موهه سَهنجو نه سنسار جو
ڇوي دل "اَچا پس اِنهن کي اَچا
اکين ۾ ڪٽي صورتون سي وڃان

( ٥٧ )

نهاري رهيو هو اڱهي ڪئي انبوهه
اکين ۾ هو پاڻي دلين ۾ اندوهه
ڇيو ڪنهن نه هنڪي منجهائي تو موهه
ڏئي ڏک تو هنڪي اڳوڻو ڪو ڏوهه
اکيون چپ رهيس من اندر گوڙ شور
ڏنائين اکين آڏو اونده اگهور

( ٥٨ )

اَجايا دلاسا اَجائي دعا
ٻڌن ڪين سمجهن اکر اَڌ مٿا
رهي بي اثر ٿي دعا ۽ دوا
ڪٽن ناؤ کي نيست جا ناڪوا
ڇڏي هت ٿي ويندا سي ناتا ۽ نينهن
اَمولڪ هي راتيون اَمولڪ هي ڏينهن

( ٥٩ )

هي تن ناتوان ڪنهن جي تاريءَ لڳي
زياده جيئڻ هاڻ مشڪل لڳي
نه هوُ پاڻ کي هاڻ سگهندو ٺڳي
ڏسي تو پنيان ۽ نهاري اڳي
ڇڏي ويندو هاڻي ڏنل ڏيهه ڪي
نهاريندو هر ڪو نڱيءَ ديهه ڪي

( ٦٠ )

اُٿارون ٿري ڪنهن طرح ٿــار مان
اُسونهون لنگهي ڪيئن انڌڪار مان
ڪـڍي منهنجي ڪشتي ڪو منجهڌار مان
ملي واهـــ ٿـــي ڪانـــ ويچار مان
ڏسي ٿو اُنڌاري جو آغاز هاڻ
پکيئڙو ڪري ويندو پـرواز هاڻ

( ٦١ )

ڇپائون ڪٽي موهہ، ڪر الوداع
سٽايو سين پنهنجو پنهنجو اُپاءُ
پڙهيائون ٿي گيتا جو اَرڙهون اَڌياءُ
چوَن آلما سان ڪيو ڪنهن ڪنياءُ
پڳو هن ٿي دنيا سان هاڻي نڪاح
مگر ڪين وسريو ٿي دل کان وواهہ

( ٦٢ )

پـلا مان مران، پـــر مرڻ بعد ڇا؟
چکيا ٿي چڙهان، پر چڙهڻ بعد ڇا؟
ٻران بـاهـہ ۾، پـــر ٻرڻ بعد ڇا؟
ڌريان وڪہ اڳيان وڪہ ڌرڻ بعد ڇا؟
مران پو نـہ ٿي جان منهنجي مڃي
نہ ڪل ڪا نہ ڇا تو پياري پڇي!

( ٦٣ )

يلا ڪير جاڻي ڇا ڪوريءَ اُڻيون
گناهن مان گُوڙي ڪ ململ پٽيون
ثوابن مان سوُسي ڪ مخمل ٻٽيون
ڪيل ڪرم مان ڪرم ڪهڙو وٽيون
هزارين خطائون ڪيم ڪو ثواب
ڪتو ٿو ملي يا ملي ڪيمخاب

( ٦٤ )

اَکهي ليڙ پوُري نهاريو اندر
پلڪ پهر جڳ ڪي وساريو اندر
گهڙي سانت ۾ ويهي گهاريو اندر
۽ پنهنجن گناهن ڪي ساريو اندر
ڏسي ڏوهه پنهنجا ٻنهه ٻي انداز
نہ ٻندي ڪي ٻخشيندو ٻندهہ نواز

( ٦٥ )

ڪري ڏوهہ جيڪو ڪري جو خطا
خداوند اُنکي ڏئي ٿو سزا
وٺي عيش جيڪو ۽ ماڻي مزا
يقينن سو آخر ٿو لوڙي قضا
نہ هي دوش پنهنجا پلائي سگهيو
نہ هي خوف دل تان هٽائي سگهيو

( ٦٦ )

کيل هڪ خرابي، هجي هڪ خطا
تہ لاشڪ ڪري محب معافي عطا
مگر جي ڪيم ڏوهہ بيحد ڪنا
ڪريان ڪيئن ڳُڏن مان ڪمن جي ڪٿا
جو پاپي رهي پاپ سان ڇوُر تو
ڏيا ۽ ڌرم کان رهي دوُر تو

( ٦٧ )

هي انسان آهي خطائن جو گهر
سزا هر خطا جي ملي ٿي مگر
تہ هن زندگيءَ جو آ سؤاو سفر
تو ڪڙڪي قضا جو سِين ٿي قهر
مسافر! نہ دل لاهہ هل ٿي نڊر
لکل راهہ جي پوش پر آ سحر

( ٦٨ )

عزيزن ٿي ويدڙ عزازت ڏني
اُگهي پر ٿي وڌنڌڙ وڪالت ڏني
۽ دنيا تہ مرٽيگ حالت ڏني
اگهي پر خيالي عدالت ڏني
وڃي حال تو ۽ مٿان ڪڙڪي ڪال
نہ پر دم ٽٽڻ جو ڪٿي تو خيال

( ٦٩ )

اَکيون اَڌ- اُجهاٽيل ۽ نيڻ ٿڪا
پدارٿ هي دنيا جا سڀ بي بقا
هوا ۾ لڳا ڪرڻ ڦڙ ڦڙ ڏيئا
ڏسڻ ۾ نه آئي ڪڇي چيز ڪا
اِجهو هٿ ٿيا هيٺا ۽ گردن جهڪي
هي جيون جو جهرڪو اِجهو ٿو سڪي

( ٧٠ )

لڙاٽيل اکيون ۽ ٿيا چهرا ڦڪا
ڏسي شيام ڇو ڪين ٿو راڏ ڪا
وڃي ڪٿ سندم يار جهوٽا لڪا
اَچي اَنت ويلي رمن رالد ڪا
اَڙي ڪال جي هيءَ عجب چال آ
اکين جي اڳيان گهرو هڪ خال آ

( ٧١ )

اکين جي اڳيان آ ڪڙي اِنڌها
ٻڌن دور-دنيا جا هٿ پيا ڏها
گهرن در ڏٺيءَ جي دعاگو دعا
دياوان ڪر آتما تي ديا
وڃن مؤت ڪان پوءِ ڪٿي روح ٿا؟
الڳ آهه روحن جي ڇا جاءِ ڪا؟

( ٧٢ )

نه ٿي روح کي رنج يا ڪو ملال
نه اُنکي ڪري ٿو خفي ڪو خيال
جڏهن روح سمجهون ٿا آ لازوال
ته ماري سگهي اُنکي ٿو ڪيئن ڪال
سزا پاپ جي روح کي ڇو ملي؟
منجهايو مڙن کي انهيءَ معاملي

( ٧٣ )

ڇوي من "ملي ماڪ تي ترڪ ٿو"
ڇيو چِت "غلط گفت ملي سرڪ ٿو"
مصيبت مٿائي محض مرگ ٿو
ڪري سبز ۽ سَر سڙيل برگ ٿو
مرڻ بعد ٿي آتما مڪت ٿي
جنم ۽ مرڻ کان سدا رهت ٿي

( ٧٤ )

اَگهي پنهنجو ڇهرو ڪرائي ڏنو
اُمنگن کي من ۾ دٻائي ڏنو
اکين اَڳلکي آس پائي ڏنو
۽ ايندڙ سمي کي ٻلائي ڏِنو
نه ڪنهن ٻي طرح دل سگهي پَهلجي
اَندارو ڏسي ديد وٺي دهلجي

( ۷۵ )

نه هنجي اکين ٽان آنڌارو لٿو
ڪٿي هٿ ڏنائون ڪٿي منهن مٿو
ويو گم ٿي جنتا جو ساموهون جٿو
رهيس سا نه ساڃه سڃاڻي نه ٿو
نه چوري سگهيو چپ ڏنائين به ڪين
اڇي آنت ويلي بٺيون هي آڏين

( ۷٦ )

لڳي چيز هرڪا پراڇين ٿي
۽ جڳ سارو سنسان مسڪين ٿي
۽ دنيا لڳي گرد غمگين ٿي
نه ڪنهن پيي طوح آئي تسڪين ٿي
وڃايل نگاهون نه واپس وريون
وريون پونجي چڙ اکين جون دريون

( ۷۷ )

سڪا سنڌ عضوا بندڙ ۾ بڌا
ڪريا سي ڪريا ڪين ٿيا هٿ سڌا
سٽايو سلوڪ ۽ پڙهي ڪنهن مداح
وهي سب جي نيڻن منجهان نربدا
لڳي نيترن جي مٿان ليپ ويس
چپر هيٺ ٿيس ۽ چڙهي ڪيپ ويس

( ۷۸ )

ٻري دل جي دک دک کڏهن ٿي رُکي
رڳن مان ويس خـوُن سارو سڪي
ٺري هٿ ويس ۽ لڇيس ٿي لڪي
سندس جڻ کهاڻي ٿي پوري چڪي
وڳي ساز جي ڪٽ ٽٽل تار تـي
اَچا جنهن سبب کان اُئيس سار ٿي

( ۷۹ )

تڏهن ڇيڄ قاڙي تـي پنڌيءَ ڇيو
اجهو ڪي اجهو پيارو سائـي ويـو
مليو گـهوٽ کـان پيار تـي اَٽميو
روئـي ٻارڙن بـار هلڪو ڪيو
پتا! او پتا! ڪجهه ته ٿي ٻول ٻول!
گهڙي رهه، رتـل ياتري، نيڻ کول!

( ۸۰ )

زمين زر ۽ زن سان ڪريان اَلوداع
ڌيـئـن ۽ پٽن سان ڪريان الوداع
روئـي پـائـرن سان ڪريان الوداع
۽ اَهل - وطـن سان ڪريان الوداع
بـهـار - چـمـن اَلوداع الوداع
او سوسن سمن اَلوداع الوداع

( ٨١ )

مستان کو چوي بي وفا هو بشر
رهي جڳ جي رنگ ۽ مچ تي پل پهر
ملي ڪنهن سوارت سبب بي قدر
ڪري زندگانيءَ جو اُبتو سفر
مگر واه ورڊاڻا توکي خبر
چڏڻ ڪين چاهي ٿي دل هي دهر

( ٨٢ )

عزيزو اوهان جي حوالي هي گهر
چڏي تو وڃان هي منوهر شهر
ڪري ڪال ٿو ڪم ۽ قوت سان قهر
ٿو چنبي ۾ قابو جهلي هي جهپر
اوهان جي ڪٽي ٿو وڃان دل ۾ ياد
۽ سيني اَندر سانڍي سڪ جو سواد

( ٨٣ )

اُٿيو اُنت ويلي اَندر ۾ ڏکاءُ
ٿيو سُپرنگ ٿيو گهڙيءَ ۾ نڪاءُ
نه دل ۾ رهيو دک نه سر ۾ سماءُ
اِجهو ختم جيوت جو ٿيو هي اَڌياءُ
ويو ڪاروان هو پنيان هڪ غبار
اکين جي اڳيان ڏنڌ جو اَنڌڪار

چڪيا تي چڙهيل اَڄ ٻري ڏيھ تي
وسارڻ ڏکيو آ ڏنل ڏيھ هـــي
اندر ٿـــي اُٿـــي سار ساٿيھ جـــي
وڃهي وڏ ڇاتيءَ کي ڏي چيھ تي
چِتا تـــي جـــلـــي ۽ اُٿيا ٿـــي اُلا
ٻـــڪيـــا شهرواسي ٻيھ ٻـــانـــولا

( ٨٥ )

رِدا ٿي رنا ٽيون دليون چاڪ چاڪ
سڙيون ٿي گهڙيون هو سمو سوزناڪ
ڪئي حال سان ڪال ٿي جڻ مذاق
نظارو هي سارو هيو دردناڪ
ٿي ٽڙڪيا هڏا ۽ سڙيو خون ٿـــي
جلي جڻ مسافر جي هڪ جُوڻ ٿـــي

( ٨٦ )

اِجهو اَڌ سڙيل لوٿ ٿـــو ناس ٿـــي
اِجهو آگ جو ڪم رهيل راس ٿـــي
جلي هڪ ٻندي جي اَجڙ آس ٿي
ٻگهڙجي مٽيءَ سان مليو ماس ٿـــي
اُٻي ڳات اَڄ هيٺ اِنسان هو
ٿهيل خاڪ مان ليٺ اِنسان هو

( ٨٧ )

اکين جي اڳيان خاک جو ڍير هو
ڏسي ڪنهن پڇيو پرش هي ڪير هو
نہ سر هو نہ ڌڙ هو نہ هٿ پير هو
ڪڏهن بس جو راجا ببر شير هو
وئي ڪاڏي ڪلهہ واري گجگوڙ سا
جبر جور واري عجب جوڙ سا

( ٨٨ )

لڳي واءُ اُڏري مٽي آس پاس
ريو اُجلو اِلماس ٿي ليٹ ٿاس
هراسيل هوا ۽ فضا هئي اُداس
تلاشط عبث، ٿيون نگاهون نراس
بيابان اَجِ، ڪالهہ بستي هئي
سڙيل رک اندر سرد هستي هئي

( ٨٩ )

آيو ڳات ڪالهہ ۽ تميل اج هو سيس
ڪٿي هو مهاڏو سو نازڪ نفيس
ڪٿي سمجهہ جنهن سڀ بڻايو سليس
ڪٿي آهہ اج راءِ ۽ سو رئيس
ڪٿي دل جي ڌڙڪن ۽ هٿ جو چهاءُ
ويو ڪيڏانهن مذہب جو سهڻو سڀاءُ

( ٩٠ )

ٻشر هٿ حياتي ڪري ويو ٻسر
ڦري پر پنيان خاڪ ٿي دربدر
پکڙن جا ٻڪي پنک ماري چڪر
اَننت ديس ۾ آتما جو گذر
سنڌس رک مٿان اڄ ٿي پلجي سماج
اُپائي ٿي کيٽن ۾ اَڻکٽ اناج

( ٩١ )

هي سامان، عزت ۽ هي مانُ شانُ
مسافر ڇڏي ويو منوهر مڪان
ڇڏي جسم جو جهُونو هٿ باردان
وڃي هڪ سفر تي هليو ڪاروان
اَجڙ گود ڪنهنجو ۽ ڪنهنجو ڀريو
وساڻو هتي ديپ ڪو هت ٻريو

( ٩٢ )

اَگر ديس مان ڏي ڪو آديس ٿو
تڏهن ويساري مٿي ويس ٿو
اَچي سانت پور مان ڪو سَنديس ٿو
هي پرديس ڀِاڳي وڃي ديس ٿو
ٿي هڪ سِينَ پوري نه پردو ڪري
وڃي ٻئي نگر ساڳيو ناٽڪ ڦري

( ٩٣ )

جنم ۽ مرڻ جو انوکو سوال
ڪٿي آد آهي ڪٿي انت ڪال
ڪمال از زوال آ زوال از ڪمال
شمال از جنوب آ جنوب از شمال
جُھري ڪٿ جسو ۽ جُڙي ڪٿ جُسو
ڪري ڪٿ ٿو ٻهه ٻهه اڱڻ، ڪٿ ٻسو

( ٩٤ )

جتي هن حياتيءَ جي ٿي انتها
شروع اُت حياتيءَ جي ٿي ابتدا
ڇٺو جنهن ڪي منزل اهــا راهه، آ
پڙاڏو آ موت ۽ حياتي صدا
پــڙهڻ واسطي آهه هڪ ئي ڪتاب
مگر موت ۽ زندگيءَ جا ٻــه باب

( ٩٥ )

سڙي ڪت، ويـــو تيل سارو کُٽــي
ويو سلسلو روشنيءَ جو ٽُٽي
ڪٿي قيد ويو روح ڇـــن ۾ ڇُٽي
سنـدس لاءِ تـــوسيل هٿي تـــرڪٽي
اُڏاڻــو پکيڙو اَگم ـ ديس ڏي
ڇڪيا تـــي ويو ديهه پنهنجي ڇڏي

( ٩٦ )

ڦٽا ٿيو جسو، ٻسر ٿي اڄ ٻٽي
رهي روشنيءَ جي نه هڪڙي رتي
مري ٿي مٿيا پر نه سٽياڳي
سڙي ٿي سزا ۽ ٻري درگتي
ڪري منش مرندي اَمر اُلپٽي
اَسوءَ کي ڇڏي ٿو ڳسائي ڪٽي

( ٧٩ )

سمايو ڦُڙو نيٺ مهراڻ ۾
لهي هيٺ هيرو ويو ڪاڻ ۾
مليو پاڻ سان پاڻ ٻيا پاڻ ۾
ملي ڄاڻ سان ڄاڻ ٿي ڄاڻ ۾
ڪلا ۾ ڪتر ٿي ڪتر ڪاڻ ۾
ڦري 'ڪالهه' 'اڄ' ۾ 'هيو' 'هاڻ' ۾

( ٩٨ )

مليو آب سان آب مهراڻ ۾
وري گم ٿيو موتي گهراڻ ۾
پيو ڇلڇي ڇولين جي ڇڪتاڻ ۾
مٺي سوپ آهي ڪڙيءَ آڻ ۾
ڪري ديهه ۽ آتما ٿي اُٿي
نٿون سچ ٿو نڪري ڪٿي سچ-لٿي

( ۹۹ )

پوي ڪين دنيا ۾ هن جو پتو
وهي خيال غلطيءَ اندر ٿو گتو
ڏکي آ ڳجهارت سلي ڪو نہ ٿو
سليندي سليندي منجهي ٿو متو
نہ ان مام سمجهڻ جي ڪا خاطري
وڪي دل اندر ڏر هلي ياتري

( ۱۰۰ )

حياتيءَ جو مقصد نہ آهي وهڻ
حياتيءَ جي معنيٰ ڪشالا سهڻ
ڪرڻ ڪم سدا ڳاهٽن ۾ ڳهڻ
ڍهڻ ۽ ٺهڻ ۽ ٺهڻ ۽ ڍهڻ
ڪبوتر منش، موت هڪ باز آهہ
سندس هر چنبو چٽڪ مقراض آهہ

( ۱۰۱ )

اگم مان اُٿي جي اگم ۾ گهري
تہ ڇو آتما بي سبب ٿي ڦري؟
ٿي آڪاس لي پيوري وانگر ٻِري
اُٿاهينءَ تان اونهائينءَ ۾ ڪري
منجهايو منش موت جي معامري
مسافر لڳي آس جي آسري

(١٠٢)

جيئڻ هي مرڻ لاءِ بهانو بڻيو
اَلا زندگي قيدخانو بڻيو
جنم ۽ مرڻ هڪ فسانو بڻيو
اَلا ڪيڏو ظالم زمانو بڻيو
منش ٻن پُڙن وچ ۾ پيو پيڙجي
پيو پيڙجي پيڙ ۾ پيڙجي

(١٠٣)

سفر ۾ نه پڻ ڪا سڦلتا پسُون
چڪر ۾ ڦرون ماڳ تي ڪيئن رسُون
گهڙيءَ روئُون ۽ ڏس گهڙيءَ پيا هسون
اَجايو پيا ناحق گسن ۾ گسون
ٻڻائي ٻگاڙي پيو بيوس بندا!
چڱو خود خدا ٿو(ءِ) ڇو ماڻهو مندا؟

(١٠٤)

نه هي لفظ منهنجا نه خام هي خيال
ڏسان آئيندو ٿو ۽ ماضي ۽ حال
ڪائي مام سمجهڻ تڏهن پي محال
اَمر آتما موت آ لازوال
متان لوڪ ڪُوڙو اَسانکي سڏي!
متان دوش دنيا قلم کي نه ڏي!

(١٠٥)

ٻرن ڪنهن جڳهه تا عجائب انگار
اُتن آڳ مان آڳ جا آبشار
اُڏامن ٿا شعلن جا اڻڪت انبار
ڦرن ٿا حياتيءَ جا سهسين سيار
ڪري چٽڪ اوري نه ڪائي پري
مگر زندگي هر جزي ۾ ڀري

(١٠٦)

ڪو نزديڪ ڪوئي ڪري دور تو
مگر هر جزي ۾ ڀري نور تو
ڏسي ڪين مقصد ڪسي معذور تو
رهي جسم چمڪندا اندر چور تو
سڏيون هر جزي کي امر آلما
هميشهه آ قائم رهي دائما

(١٠٧)

اُتي آڳ مان چٽڪ کا جان تي
ڪو حيوان ٿي ءُ ڪو اِنسان ٿي
ءُ اِنسان اڳتي ٿو ڀڳوان ٿي
جزو هي جدا ٿي پريشان ٿي
اَزل کان رهي من اندر پياس ٿي
رهي من ۾ پورنتا جي آس ٿي

(١٠٨)

رهي آگ ڪان چٽڪ کي ڄڱهه پري
ڪشش چٽڪ ۾ ٿي غضب جي پري
ٿـي مجبور واپس ورڻ لاءِ ڪري
اڳي پوءِ شعلو ٿو واپس وري
ٿـو آخر جزو ھي رسي ماڳ تـي
اٿيو آڳ مان، جذب ٿـي آڳـ ۾

(١٠٩)

رهي جڳ ۾ پيي جڻ رهاڻ ڏار ٿو
ڏسان هـن مٽيا کـي مهاڄار ٿـو
ٿـئي ڪنهنجو ساٿي نه سدسار ٿـو
منش بـيوفا کـي ڪري پيار ٿـو
مـڙئي راز جيڪـت جـا ورتم سلي
مڃهايو نه ڪنهن مام جي معاملي

(١١٠)

اَچي چٽڪ وڏادي حياتيون ڪَٽي
گذشته لُٽي، حال جا در پٽي
ٿي اڳتي وڌي وک نه پنني هٽي
چڪر پٽي ڦري ماڳ پيٺي مٽي
بيهي ٿي نه هڪڙي گهڙي آتما
چڪي پاڻ ڏي ڪيس پرماتما

(١١١)

أٺو ڪو ٻکي ڪوئي حيوان ٿي
مرون منش، حيوان اِنسان ٿي
اُميدن سان اُتپن ٿو ايمان ٿي
ٿو دکہ سک ٿئي ماڻ ايمان ٿي
اُلن ۾ ڪري آگ پيدا ڪشش
ذرن ۾ ٿي پيدا ٿئي ڪشمڪش

(١١٢)

سڀاجهو ۽ ٻاجهارو قادر ڪريم
منش ليڪن ٻڌايائين نهنا حليم
آ خود جيئن قهار ۽ جبار ۽ عظيم
ٻڌائي ٿو مهمت مچائي مُهيم
چون چٽک هيءَ آک جو عکس آهه
۽ ڪنهن الڏنل نوُر جو رقص آهه

(١١٣)

منش کي ملي آ خودي ۽ خيال
ڪري حل مسئلا سگهي ٿو محال
مگر چـــو تونگر ڪو ۽ ڪو ڪنگال
ڪوئي مالدار ۽ ڪوئي پائمال
ڪوئي مل جو مالڪ ڪوئي مل -- مزوُر
ڪو هيسيل هٺيل ڪنهنکي گيرب غروُر

(١١٤)

رهن آڳ ۽ چٽڪ ٽا همشڪل
ٻڌيو عڪس هو عقل جو ٿي نقل
آئيو سمجهه ساگر مان ٿورو عقل
ڪٿو ڪين ٻر ڪونجي ٿو فصل
آئي چٽڪ ٿي آڳ آندران ضرور
جڳائي نه گيرب نه جائز غرور

(١١٥)

ڦڙي ڦينگ ڪيئن پينجي لهر سان
۽ ڪيئن لهر ٻرميچيندي نهر سان
نه ڪا ٻوند ٿي پيٽبي بحر سان
نه ڪوچو ڳلي پيٽبو شهر سان
جزي جي ۽ ڪل جي مشابهت اجوڳ
وڏائي ٿي هِن هُن جي وچ ونجوڳ

(١١٦)

جو آ وشڪ ۾ سوني آ آنس ھ
جڳي جوت ساڳي ٿي هر جدس ھ
ملي وصف ساڳي سڄي وِلس ھ
سوني ٻانس جي ٻرڪش ۽ بَعس ھ
آ هر جاء سورج سندو سوجهرو
نه سورج ٻٽي ٿو سکهي ٿورو

(١١٧)

رکي وصف اِنسان ويچار جي
رهي ديد کي پياس ديدار جي
کري پر اَندي مت اَلياچار ٽي
کري سرت ست کي سويڪار لي
ملي آتما کي اَزل کان ٻُڌي
وني وات ته به چو کڏهن اَٽڪدي

(١١٨)

ذري ۾ ٿئي نيت ظاهر ضمير
وجهي وچ ۾ نيڪيءَ بديءَ جي لڪير
کري جو بشر برکشي يا بصير
سو سچ پچ بڻائي ٿو هستي حقير
گهمندي کري من جو سک ليا ڳُهه ٿو
بگاڙي بڻائي هي خود يا ڳهه ٿو

(١١٩)

کري آڳهه لاشڪ جزي کي ڪشش
اُتاري جزي جي جزن ۾ جنبش
اُتاري لپش ۾ زياده لپش
آٿر ٿي کري آتما جي رکش
رکي دل ۾ جيڪو اَچا جهد و جنگ
وجهي ياڳ بهتر ۾ بيسوُد پنگ

( ١٢٠ )

ڏنل سرشت صالح سنواري سگهي
انداهيءَ جو پردو اُٺاري سگهي
ٻڌي خود اٿارن کي ٽاري سگهي
ڪري خوش ٻيا ٻاڻ ماري سگهي
سندس ڪَسِ وڌائڻ، گهٽائڻ وِٽي
اڳي پوءِ سچي ٿئي سندس اڳڪٿي

( ١٢١ )

ملن ڪين گڏ پاپ، پاڪيزگي
ڪري پاپ کي پاڪ پرهيزگي
رسائي بندي کي مٿي بندگي
ڪٽائي ٿي زندان جي زندگي
مگر جو هٺيلو رهي ڍيٺ ٿو
ڪِري نيٺ اوچو اُڏي هيٺ ٿو

( ١٢٢ )

قدم اڳي وڌڻ کان ڪري ٽابري
ڪري پاپ ٿو زندگاني ڳري
سگهي ڪين شعلو ٿو اڳتي چڙي
ٻٽي پاپ جي پيچرن ۾ جهري
بگاڙي اثر آگ جو پاپ ٿو
مَنش کي ڏئي پاپ سنتاپ ٿو

(١٢٣)

خطا، پاپ، پاکائي جي جيسين پچار
رهي آگ کان ڇڙڪ ڏارڻ جيان ڏار
ڪڏاچت نہ، ٿئي آتما جو اُڌار
ڏکن جو اَڏي ڏوهہ ٿو يادگار
ڪري عقل حاصل، ڪري جو گناهہ
وٺي نيت سو نرڳ واري ٿو راهہ

(١٢٤)

شروع ٿئي حياتيءَ جو اُٿو سفر
هٽي هڪ چڪر جي مٿان ٻيو چڪر
دغا دنڀ، چوري، ٺڳي ۽ مڪر
حياتيءَ جو، دک سان ڀرين ٿا، بحر
چڙهي هڪ وري ٻيو ٻڏڪي ويس ٿو
ڏسي هُو وري اڳ-ڏٺل ديس ٿو

(١٢٥)

ملي سمجهہ ڪيول منش-ذات کي
ڪري سرت پرکهت خيالات کي
جناور نہ جاڻي ٿو جذبات کي
گناهن ثوابن جي حالات کي
نہ حاصل ٿيو جنهنکي فهم و علم
نہ جاڻي خرابي نہ سمجهي ظُلم

(١٢٦)

سزا پائي سو جو پسي بد ۽ نيڪ
ڪري سمجھ هوندي خرابيون انيڪ
وڃي ڀرش ڀاڀيءَ جو سارو وويڪ
نہ ڪنھن جي سڙڻ جو اچي ڪيس سيڪ
منش ٿي خطا لاءِ سزاياب ٿئي
وڃائي ٿو جو نور ناياب ڪي

(١٢٧)

ڪداچت نہ انسان حيوان ٿئي
نبل اڄ سيان سوٽي ٻلوان ٿئي
مٽيءَ مان جڙي تن ۽ تن پران ٿئي
۽ پوءِ پران ۾ پيدا ٿو گيان ٿئي
وڏي آتما ٿئي مها-آتما
۽ آخر ملي ڪيس پرماتما

(١٢٨)

ڪري سواگتم آڳ ٿي آڳ ڪي
مرحبا ڪري هر جزو ماڳ تي
اکين ۾ جڳن جي ڪٺي جاڳ ڪي
ٻڌي روح آنند-ميہ راڳ ڪي
ٿو ڀڙڪي ڀنور ۾ ڪرم-هيڻ ٿي
۽ پرميشور پائي پربيڻ ٿي

( ١٢٩ )

وڃي وهڪري مان لهي لاهه ۾
ٿئي غرق قطرو ٿو درياهه ۾
گهري ٿي چمڪ باهه جي باهه ۾
بدلجي وڃي "آهه" ٿي "ناهه" ۾
مٽي اُڃ ٿي آڳ جي آڳ ۾
سوين سک سمايل اٿئي تياڳ ۾

( ١٣٠ )

ڪري اصل سان اُس آخر وصال
ملي نُور سان نُور ٿئي ٿو نهال
ڪري جذب جلوي کي آخر جمال
ڪٽن ٿيون گهڙيون ۽ ٿئي ٿو گهڙيال
ملي ٿو حصي سان جدا ٿيل حصو
اِهو زندگيءَ موت جو آ قصو

( ١٣١ )

جڏهن آڳ جي آڳ ۾ اوت ٿئي
ٿو جيون-جزو جذب ٿي جوت ٿئي
پرينءَ سان ملي اوت ۽ پوت ٿئي
وري ڪين ان جو جنم موت ٿئي
وري ڪين پل جوت کان ٿئي پري
جڳن کان دِلي طئه ٿو منزل ڪري

(۱۳۲)

سڏن ھن ملڪ کي ڪي فردوس ٿا
ڪي نرواڻ، مڪتي ۽ سنتوش ٿا
چـــون ڪي عنايت جـــو آغوش ٿا
ھـــي ماڻن مـــزو صرف نردوش ٿا
نہ طالب، نہ مطلب نہ طاعت تلاش
ٿـــيون جسم جـــا بند آخـــر خـــلاص

* سماپت *



**Lachhman J. Bijlani**

(16.8.1911–8.10.1965)

Like a skylark, he was in the habit of soaring skywards and wanting to fill the whole sky with his effusion of heart. One day, he soared so high that not only did he reach the sky but went past it, and disappeared.

—Ram.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)